# انمول سنڌي گرامر

# Anmol Sindhi Grammer

ڇهين ڪلاس کان ٻارهين ڪلاس لاءِ

| | | |
|---|---|---|
| * گرامر | * شعرجاقسم | * پهاڪا |
| * علم بديع | * اصطلاح | * ضد |
| * علم عروض | * اشتقاق | * فصاحت ۽ بلاغت |

* مولف *
شفيع محمد ايڇ - ايم - ايس - شيخ
اديب سنڌي - عالم - فاضل

شفيع اسٽور بڪسيلرس
بندر روڊ لاڙڪاڻه سنڌ

# تعارف

* هن ڪتاب جي تاليف ڪرڻ کان اڳ ڪيترن ئي ڪتابن جو مطالعو ڪيو ويو.
ظاهر آهي ته، ادبي ڪتاب جي لکڻ لاء، ٻين ڪتابن جي تعاون کان سواء بهتر ڪتاب لکڻ مشڪل آهي
* خاص ڪري شاگرد طبقي جو خيال رکي هي ڪتاب نئين نموني ۾ پيش ڪيو ويو آهي.
* گرامر جي قاعدن ۽ قانونن کي آسان نموني ۾ سمجهايو ويو آهي.
* ازانسواء اصطلاح، پهاڪن کي معانيٰ ۽ سمجهائين سان جملن ۾ استعمال ڪري ڏيکاريو ويو آهي.
* ان کانسواء "علم عروض" جي صنفن کي پڻ ڪوشش ڪري سولي نموني سان سمجهايو ويو آهي
* "اشتقاقن" کي پڻ نئين ۽ آسان طريقي سان لکيو ويو آهي.
* انسان خاطي آهي، تنهن ڪري قارئين ڪرام کي ڪا غلطي ڏسڻ ۾ اچي ته ان کان آگاهي ڪرڻ جي عنايت ڪرڻ فرمائيندا.

شفيع محمد

# انمول سنڌي گرامر
# Anmol Sindhi Grammer

ڇهين ڪلاس کان ٻارهين ڪلاس لاءِ

* مولف *
شفيع محمد ايچ - ايم - ايس - شيخ
اديب فاضل



شفيع اسٽور بڪسيلرس
بندر روڊ لاڙڪاڻو

# فهرست



حمد - نعت - قصيدو - مثنوي - رباعي - غزل - مرثيو قطعو - ڏوهيڙو - بيت - سلوڪ - وائي - ڪافي - فصاحت بلاغت - سلاست - تخيل.

# انتساب

هي ڪتاب نهايت عـزت ۽ احترام سان پنهنجي جيجل مٺڙي امڙ ڏانهن يادگار طور منسوب ڪريان ٿو، جنهن جي دعائـن سـان ڪجهه ڪرڻ جي قـابل ٿيو آهيان بارگاهه رب‌العزت دست بدعا آهيان ته الله‌پـاڪ والده مرحومه کي جوار رحمت عطا فرمائي آمين.

٢- نهايت واجب‌الاحترام قبلا والد شريف جن ڏانهن پڻ ، جنهن جي دعائن ۽ مهربانين هن ناچيز کي فيض بخشيو آهي.

دعا آهي ته الله پاڪ کين خضري عمر عطا فرمائي آمين.

ناچيز
شفيع محمد

فقط 15 - 9 - 81

بسم الله الرحمن الرحيم

# انمول سنڌي گرامر
# Anmol Sindhi Grammer

”گرامر“ (Grammer) انگريزي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن کي عربيءَ ۾ ”حرف نحو“ ۽ سنسڪرت ۾ ويا ڪرڻ چئجي ٿو.

گرامر سکڻ ذريعي، اسين نه صرف صحيح ڳالهائي سگهنداسون، ليڪن لکڻ ۽ پڙهڻ ذريعي ٻين کي پڻ سولائيءَ سان سمجهائي سگهنداسون. ان ۾ ڪوبه وڌاءُ نه ٿيندو، جيڪڏهن ائين ڪٿي چئجي ته ”علم گرامر“ کان سواءِ ٻولي اڻ پوري ٿيندي.

سنڌي ٻولي ۾ گرامر موجب ڳالهائڻ جا ”٨ قسم“

آهن جيڪي هيٺيان آهن.
**(١) اسم (٢) ضمير (٣) صفت (٤) فعل (٥) ظرف (٦) حرف جر (٧) حرف جملو (٨) حرف ندا.**

| | |
|---|---|
| **(١) "اسم"** | (Noun) "اسم" جي معانيٰ آهي "نالو" ڪنهن ماڻهوءَ، ساهواري شيءِ، بي جان شيءِ، جاءِ ڪم، حالت ۽ خاصيت جي نالي کي "اسم" چئبو آهي. |
| **(٢) "ضمير"** | (Pronoun) "ضمير" اهو لفظ آهي جو جملي ۾ اسم جي بدران ڪم اچي تنهن لفظ کي "ضمير" چئبو آهي. |
| **(٣) "صفت"** | (Adjective) "صفت" اهو لفظ آهي، جو جملي ۾ اسم جو گڻ يا اوگڻ، قسم، انداز ۽ قد يا مقدار ڏيکاري تنهن لفظ کي "صفت" چئبو آهي. |
| **(٤) "فعل"** | (Verb) "فعل" اهو لفظ آهي جو جملي ۾ سهڻ - ڪرڻ، هئڻ، ٿيڻ يا پوڻ جي معانيٰ ڏيکاري، تنهن لفظ |

ڪي ” فعل “ چئبو آهي ـ فعل معانيءَ ”ڪم“

(٥) ”ظرف“ (Adverb) ”ظرف“ اهو لفظ آهي، جو جملي ۾ فعل، صفت ۽ وقت سان لڳي، جاءِ، ناڪاري ۽ ريت يا قدر جي معانيءَ ڏيکاري ، تنهن لفظ کي ”ظرف“ چئبو آهي.

(٦) ”حرف جر“ (Preposition) ”حرف جر“ اهو لفظ آهي، جو جملي جي اڳئين ۽ پوئين لفظ جو صحيح مطلب ظاهر ڪري، تنهن لفظ کي ”حرف جر“ چئبو آهي.

(٧) ”حرف جملو“ (Conjuction) ”حرف جملو“ اهو لفظ آهي ، جو لفظن ، جملي جي ٻن ڀاڱن ۽ ٻن جملن کي پاڻ ۾ ڳنڍي يـا ڌار ڪري ، تنهن لفظ کي ”حرف جملو“ چئبو آهي.

(٨) ”حرف ندا“ (Interjection) ”حرف ندا“ اهو لفظ آهي ، جو جملي ۾ ڌار بيٺل هجي ۽ سڌ، خوشي، ڏک، عجب

ڪاوڙ يا تڪرار ڏيکاري ، تنهن لفظ کي "حرف ندا" چئبو آهي .

## اسم (Noun) جا قسم

[١] اسم ذات [٢] اسم عام [٣] اسم خاص [٤] اسم تصغير

### [١] اسم ذات (Abstract noun)

**وصف:-** "اسم ذات" اهو نالو آهي جو ڪنهن خاصيت ڪم ۽ حالت جي نالن کي **اسم ذات** چئجي ٿو. اسم ذات اهي نالا آهن ، جيڪي ڏسي نه ٿا سگهون ، پر انهن جو دل ۾ خيال ڪري **سگهون** ٿا.

**مثال:-** بهادري - اچائي ڀلائي - اميري - فقيري ، ڪِل ، چرچو وغيره اهي اسم ذات آهن.

### [٢] اسم عام (Common noun)

**وصف:-** "اسم عام" اهو نالو آهي، جو ڪنهن ماڻهو، جاء وغيره سان لاڳوتي سگهي ان کي **اسم عام** چئجي

**مثال:-** ڇوڪرو، گهوڙو، ڪتاب، ميز، ڪرسي، گهر، اسڪول وغيره اسم عام آهن.

### [٣] اسم خاص (Proper noun)

**وصف:-** "اسم خاص اهو اسم آهي، جو ڪنهن ماڻهوء جاء ، شيء جو خاص نالو هجي .

**مثال:-** عبد الله ، شفيع اسٽور ، شاه محمد اسڪول گورنمينٽ هاءِ اسڪول، اهي خاص نالا آهن.

## [٤] اسم تصغير

**وصف:-** "اسم تصغير" اهو اسم آهي، جيڪو پنهنجي ننڍائپ ڏيکاري

**مثال:-** ٻارڙو - ننڍڙو - ڪتابڙو - پلڙو ، ٿورڙو وغيره.
تصغير معنيٰ صغير يا ننڍڙو.

## ضمير (Pronoun) جا قسم

**ضمير خاص:-** (Personal Pronoun) خاص ڪري هي ضمير انسان ذات سان واسطو رکي ٿو، هن جا ٽي قسم آهن.

**(١) ضمير متڪلم (٢) ضمير حاضر**
**(٣) ضمير غائب**

**(١) ضمير متڪلم:-** متڪلم معنيٰ (ڳالهائيندڙ) جيئن ته، اسين - مون - آءٌ - مان - اسان وغيره ضمير متڪلم آهن

**(٢) ضمير حاضر:-** اهي لفظ، جيڪي ماڻهوءَ يا ماڻهن سان واسطو رکن ٿا ۽ اهي حاضر هوندا آهن ، اهڙن ضميرن کي ضمير حاضر چوندا آهن، جيئن ته.
ٿون - توهان - توهين - اوهين - اوهان وغيره ضمير حاضر آهن

**(٣) ضمير غائب:-** اهڙا ضمير جيڪي ماڻهن جي بدران ڪم اچن ، ليڪن اهي غائب ( لڪل ) هجن ته اهڙن

ضميرن کي غائب چئجي ٿو - جيئن تہ :-
هو هن - هنن - انهن - اهو - وغيره ضمير غائب آهن.

(٢) ضمير موصول (Relative Pronoun)

وصف:- اهي لفظ جيڪي جملي جي ڀاڱن کي ملائي هڪ پورو جملو نـاهين ٿا ، تہ اهـڙن لفظن کي "ضمير موصول" چئجي ٿو. جيئن تہ :-
جو - جيڪو - جيڪي - جيڪا - جا - جنهن وغيره کي ضمير موصول چئجي ٿو.

(٣) ضمير جواب موصول (Co-Relative Pronoun)

وصف:- اهي ضمير جيڪي موصول جي جواب ۾ ڪم اچن،تن لفظن کي "ضمير جواب موصول" چئجي، جيئن‌تہ:-
سا - سو - تنهن - تن - سي - وغيره کي ضمير جواب موصول چئجي ٿو.

ضمير اشارو (Demonstrative)

وصف:- جيڪي ضمير اسمن ڏانهن اشـارو ڪن ، تن کي "ضمير اشارو" چئجي ٿو.
نوٽ:- ضمير اشاري جا ٻہ قسم آهن.
(١) ضمير اشـــارو قـريب (قريب معانيٰ ويجهو)
(٢) ضمير اشـــارو ڏور ( ڏور معانيٰ پـــري )
ضمير اشـارو قريب:- هيءُ - اهو ( مثال "هيءُ" جانور ڪهڙو آهي )

ضمير اشارو ڏور:- هو آهو (مثال "هو" ڪير آهي)

## ضمير مشترڪ (Reflective Pronoun)

**وصف:-** آهي ضمير جي جملي ۾ فاعل سان شريڪ ٿي جملي کي وڌيڪ صحت مند يعني (زوردار) بنائن تن لفظن کي **"ضمير مشترڪ"** چئجي ٿو.

(مشترڪ معنيٰ شريڪ ٿيڻ)

**مثال:-** سپاهيءَ **"خود"** وچي **"پاڻ"** چور کي جهليو.

خود - پاڻ - پنهن وغيره ضمير مشترڪ آهن.

## ضمير استفهام (Interrogative)

**وصف:-** آهي لفظ جيڪي سوال پڇڻ لاءِ ڪم اچن تن لفظن کي "ضمير استفهام" چئجي. استفهام جي معنيٰ آهي. [سوال پڇڻ] ڪير - ڪهڙو - ڇا - ڪنهن وغيره **ضمير استفهام** آهي.

**مثال:-** **"ڪهڙو"** ڇوڪر ڪالهه ڪونه آيو ؟

## ضمير مبهم (Indefinite Pronoun)

**وصف:-** اهڙا لفظ جي اسم جي بدران ڪم اچن مگر آهي گجها لڪل هجن ته اهڙن لفظن کي "ضمير مبهم" چئجي. مبهم لفظ جي معنيٰ آهي. (گجهو يا لڪل) ڪو - ڪجهه - ڪي - ڪير وغيره اهي لفظ "ضمير مبهم آهن.

**مثال:-** **"ڪو"** اچي ٿو. (٢) هن‌اندر **"ڪجهه"** ڏنو آهي.

## صفت جا قسم

### صفت خالص Positive degree

**وصف:-** "صفت خالص" اهو لفظ آهي ، جو اسم جو
گڻ يا اوگڻ ڏيکاري. سٺو - خراب - مٺو - عادل - ظالم
اهي لفظ صفت خالص آهن.

**مثال:-** "سٺو" ڇوڪر سڀ کي وڻي ٿو.

### صفت تفضيل (Comparative)

**وصف:-** "صفت تفضيل" اهو لفظ آهي، جو اسم جي
گڻ يا اوگڻ ۾ ڀيٽ يا وڌاءُ ڪري ڏيکاري.

سمجهو - وڏو - ننڍو - سنهو - ٿلهو وغيره صفت تفضيل آهي

**مثال:-** روشن خانوءَ کان وڌيڪ "سمجهو" ڇوڪر آهي

### صفت مبالغو (Superlative)

**وصف:-** "صفت مبالغو" آهو لفظ آهي جو، ڪنهن
اسم جي سڀني کان وڌيڪ تعريف هجي يا سڀني کان
گهٽ بيان هجي.

**مثال:-** روشن سڀني ڇوڪرن کان **چالاڪ** ڇوڪر آهي.

چالاڪ:- لفظ صفت مبالغو آهي

### صفت عددي (Numeral)

**وصف:-** " صفت عددي " آهو لفظ آهي يا اها صفت
آهي جو عدد يا انداز ڏيکاري.

ڏهه، ويهه، ٽيهه، چاليهه، پنجاه وغيره صفت عددي آهي

مثال:- عبدالله "ڏهون" ڪلاس ۾ پڙهي ٿو.

## صفت ضميري (Pronominal)

وصف:- "صفت ضميري" اهو لفظ آهي، جيڪو اصل ۾ ضمير هجي مگر اسم سان گڏ استعمال ٿي صفت جو ڪم ڏيکاري.

ايترو - اهڙو - ڪا - ڪيڏو صفت ضميري آهن.

مثال:- تو جهڙو ماڻهو به "اهڙو" ڪم ٿو ڪري!

## صفت وصفي (Quality)

وصف:- "صفت وصفي" اهو لفظ آهي جو اسم جو قسم - قد گهٽ ۽ اوگهڻ پڌائي.

سست - ڊگهو - بندرو - ڪتو - مٺو وغيره اهڙا لفظ صفت وصفي آهن.

مثال:- خانو سست ڇوڪر آهي (٢) مٺو انب وٺي اچ.

## فعل جا قسم (Kinds of verb)

(١) "فعل لازمي" (Intransitive):- اهڙو فعل، جنهن جو واسطو صرف فاعل (ڪم ڪندڙ) سان هجي ۽ جملي جو مطلب پورو نڪري، تنهن کي فعل لازمي چئجي ٿو.

(مثال:- عبدالله اچي ٿو.) ڊوڙي ٿو - آيو - ويو آهي.

(٢) "فعل لازمي معروف":- اهڙو فعل، جنهن جو ڪم ڪندڙ (فاعل) ظاهر ۽ چٽو هجي.

(مثال:- عبدالله آيو يا ويو) آيــو - ويــو - آهي وغيره
( معروف معانيءِ ظاهر - چئو )

(٣) **"فعل لازمي مجهول":-** اهڙو فعل، جنهنجي فاعل (ڪم ڪندڙ) جي خبر ڪانه پوي، ڪائبو، اچبو، وڃبو، هلبو ، وغيره.

(مثال:- ڪاڌو ڪائبو - اسڪول ڏانهن وڃبو وغيره)

(٤) " فعل متعدي " (Transitive) اهـڙو فعل، جنهن سان فاعل ۽ مفعول ٻئي شامل هجن ۽ جملي جو مطلب پورو نڪري ، ۽ خبر پوي ته فاعل جي ڪم جو اثر مفعول تي ٿيو. (مثال:- عبدالله ماني ڪائي ٿو- ڪتاب پڙهي ٿو - خط لکي ٿو وغيره)

(٥) **"فعل متعدي معروف"** (Active voice) اهڙو فعل، جنهن جو فاعل ۽ مفعول واضح نموني سان ظاهر ظهور هجي ۽ جملي جو مطلب پورو نڪري.

(مثال:- عبد الله ڪتاب پڙهي ٿو.)

(٦) **"فعل متعدي مجهول"** Passive voice (مجهول معانيءِ بي خبر ) اهـڙو فعل، جنهن جو فـاعل لڪل هجي ۽ مفعول ان جي جاء ولاري.

(مثال:- چور ماريو ويو - ڪتاب پڙهيو ويو وغيره. ماريو ويو - پڙهيو ويو - لکيو ويو - چيريو ويو وغيره.

(٧) **"فعل متعدي باالواسطه"** اهڙو فعل، جو ڪو

ڪم ۾ جي معرفت ڪرايل هجي تہ ان فعل کي "فعل متعدي باالواسطہ" چئبو آهي.

**مثال:-** عبدالله مزدور کان کوکو کٽايو.

کٽايو - پچرايو - ٺهرايو وغيره.

(٨) "**فعل معاون**" (Auxillary verb) معاون معنيٰ (مدد ڏيندڙ) اهڙو فعل اڪثر ڪري زمانن ٺاهڻ ۾ ڪتب ايندو آهي.

هن فعل جو "فعل لازميءَ" مان "هئڻ" "ڪرڻ" ٿيڻ جي معنيٰ نڪرڻ ڪري سندس وجود رهي ٿو.

(٩) "**فعل مرڪب**" (Compound verb) اهڙو فعل، جيڪو مصدر مان (ٺهيل فعل جون صورتون) شامل ڪرڻ سان ٺهي تنهن کي " فعل مرڪب " (Compound verb) چئبو آهي.

## مصدر (Infinitive)

مصدر اُهو لفظ آهي، جنهن لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ "ڻ" هجي جيئن تہ، "پڙهہ" مان "پڙهڻ" "لک" مان " لکڻ " وغيره کي **مصدر** چئبو آهي سنڌيءَ ۾ هر هڪ مصدر جو پويون اکر "ڻ" آهي.

## امر (Imperative)

مصدر جي لفظ "ڻ" ڪيڻ کان پوء، فعل جي باقي صورت جيڪا بچي ٿي، تنهن کي "امر" چئبو آهي

جيئن ته: پڙهڻ "مھجدر" مان "پڙهه" لکڻ مان "لک"
پڙهه - لک - اٿ - ويهه - بيهه وغيره

## اسم مشتق (Participle)

مشتق جو اشتقاق آهي "شق" جنهن جي معنيٰ آهي "چيرڻ" اهو لفظ جيڪو فعل مان جڙي ۽ اسم يا صفت ٿي ڪم اچي اهوئي سبب آهي جو هي ڳالهائڻ ۾ شامل نه آهي، هن جا هيٺيان "ٻه" قسم آهن.

## اسم حاليه (Present Participle)

اهو لفظ، جيڪو فعل جي بنياد مان ٺهيل هجي ۽ اسم سان لاڳو ٿي ڏيکاري ته، ڪو شخص ڪو ڪم ڪندي پئي ڪم ڪي لڳو تنهن لفظ کي "اسم حاليو" چئجي ٿو.
جيئن ته:- آءٌ ميداڻي حيدرآباد کان "ٿيندو" ڪراچيءَ ويندس ٿيندو لفظ **اسم حاليو** آهي.

## اسم مفعول (Past Participle)

هي لفظ تڏهن ڪم ايندو آهي، جڏهن فعل وارو ڪم پورو ٿيو هجي. ان کي "اسم مفعول" چئبو آهي.
جيئن ته:- عبدالله انعام **کٽيو** "کٽيو" لفظ اسم مفعول آهي، ڇوته کٽڻ جو ڪم پورو ٿي چڪو.

## اسم استقبال (Future Participle)

اهڙو لفظ جو فعل جي بنياد مان جوڙيل هجي، ۽ جنهن مان خبر پوي ته ڪم ايندڙ وقت ۾ ٿيڻو آهي، ته اهڙي لفظ کي "اسم استقبال" چئبو آهي.

جيئن ته عبدالله کي ڪراچيءَ "وڃڻو" آهي لفظ اسم استقبال آهي.

## ماضي معطوفي

معطوفيءَ جو اشتقاق آهي "عطف" جنهن جي معاني آهي ميلاپ يا ملائيندڙ، اهڙو فعل، جيڪو ٻن جملن کي ملائي ۽ فاعل سان ملي ڏيکاري ٿو، ته فاعل هڪ ڪم پورو ڪري پوءِ ٻئي ڪم کي لڳي ٿو.

جيئن ته:- عبدالله اچي، ماني کائي، ٻاهر ويو.
"اچي" "کائي" ماضي معطوفي آهن.

## اسم فاعل (Noun of Agency)

"اسم فاعل" فعل مان ٺهي ٿو. ۽ جملي ۾ اسم يا صفت ٿي ڪم ايندو آهي.

جيئن ته:- ايندڙ کي، اچڻو ڏئي هو "ايندڙ" اسم فاعل آهي، ڇوته اسم ٿي ڪم آيو آهي.

## ظرف جا قسم (Kinds of Adverb)

## ظرف زمان - (Adverb of Time)

اهڙو لفظ، جيڪو وقت جي معنيٰ ڏيکاري ، ان کي ”ظرف زمان“ چئبو آهي.

**مثال:-** شاهہ محمد ”سياڻي“ لاڙڪاڻي پهچندو. ”سياڻي“ لفظ وقت جي معنيٰ ڏيکاري ٿو- جيئن تہ:- اڄ - سياڻي هيئنر - ڪالهہ - سدائين - وغيره وقت جي معنيٰ ڏيکارين ٿا.

## ظرف مڪان

اهڙو لفظ، جيڪو ظرف يا (مڪان) جاءِ ڏيکاري، ان کي ”ظرف مڪان“ چئبو آهي.

**مثال:-** شاهہ محمد ”مٿي“ آهي ، مٿي لفظ جاءِ جي معنيٰ ڏيکاري ٿو. جيئن تہ:- هيٺ - مٿي - اندر - ٻاهر اوري - پري - هيڏانهن - هوڏانهن وغيره.

## ظرف تميز

اهڙو لفظ ، جيڪو ريت يا قدر ڏيکاري ، ان کي ”ظرف تميز“ چئبو آهي. آهستي آهستي - هرويرو - مس مس، جيئن تيئن، بالڪل - هيئن هوئن وغيره.

ظرف تميز آهن- (مثال شاهہ محمد ”آهستي“ پڙهي ٿو-

## ترڪيب (Parsing)

ڪنهن لفظ بابت ٻڌائڻ تہ گرامر ۾ ڪهڙو ”ڳالهائڻ“

جو لفظ آهي، تنهن کي "ترڪيب" چئبو آهي، هر هڪ جملي ۾ جيڪي لفظ ٿين ٿا، سي گرامر جي اٺن لفظن، (جيڪي مٿي سمجهائي آيا آهيون) انهن مان ڪنهن هڪ قسم جو هوندو

## جنس (Gender)

"جنس" ٻن قسمن جي آهي - (١) "جنس مذڪر" (Masculine) (٢) "جنس مونث" (Feminine) قدرت ساه وارين شين کي ٻن حصن ۾ ورهايو آهي. هڪڙي حصي کي "جنس مذڪر" معنيٰ "نر" ۽ ٻئي حصي کي "جنس مونث" معنيٰ "مادي" چئجي ٿو.

**قاعدو:-** "جنس مذڪر" جنهن واحد اسم جي پڇاڙيءَ ۾ "او" يا (پيش) آهي، سو گهڻو ڪري جنس مذڪر آهي (جيئن ت:- گهوڙو - چوڪر وغيره

**قاعدو:-** "جنس مونث" جنهن واحد اسم جي پڇاڙيءَ ۾ "زير" آهي سو گهڻو ڪري "جنس مونث" آهي- جيئن ت:- گهوڙي - چوڪري وغيره، البت ڪي بي قاعده بہ مونث ٿيندا آهن (جيئن ت:- ماءُ - ڳئون وغيره)

## عدد (Number)

"عدد" ٻن قسمن جو آهي- (١) عدد واحد

( Singular Number ) (٢) عدد جمع ( Plural Number)
"عدد واحد" اهو لفظ آهي جو هڪ ڪان
متي نہ هجي- (جيئن:- اڪبر "هڪ" اندو ڪاڏو )
"عدد جمع" اهو لفظ آهي ، جو هڪ ڪان متي هجي
(جيئن تہ:- روشن پنج انب ڪاڏا)

## حالت فاعلي (Nominative Case)

اهڙو اسم يا ضمير ، جنهن بابت فعل جي وسيلي ڪا ڳالهہ ڪجي تہ ان کي فاعل چئبو آهي ۽ سندس حالت "فاعلي" ٿيندي۔

(مثال:- "شاهہ محمد" ويو ـ "هو" آيو) "شاهہ محمد" ۽ "هو" فاعل آهن تنهنڪري انهن جي حالت فاعلي ٿيندي۔

## حالت مفعولي (Accusative)

اهڙو اسم يا ضمير ، جنهن تي فعل جي ڪم جو اثر ٿئي، تہ ان کي مفعول چئبو آهي ۽ سندس حالت "مفعولي" ٿيندي۔

(مثال:- اڪبر "مڇي" ماري ٿو) هتي اڪبر فاعل ٿيو ۽ سندس مڇيءَ تي ڪم جو اثر ظاهر ٿئي ٿو ، تنهن ڪري "مڇي" مفعول ٿيو ۽ مڇيءَ جي حالت "مفعولي" ٿيندي۔

## حالت جري (Objective Case)

اهڙي اسم يا ضمير جي پٺيان "حرف جر" اچي ۽ جملي ۾ ان جو ٻئي اسم سان واسطو ڏيکاري ته ان ان جي حالت جري ٿيندي.

(مثال:- (١) شاهن اڪبر "ڪان" هوشيار آهي (٢) ڪيٽ "۾" ڪتاب آهي.)

"ڪان" "۾" حرف جر آهن تنهنڪري شاهن، اڪبر ۽ ڪيٽ جي "حالت جري" ٿيندي.

## حالت اضافت (Possessive Case)

اهڙي اسمن يا ضميرن، جن جي پٺيان حرف اضافت اچن، ته انهن جي "حالت اضافت" ٿيندي.

(مثال:- شاهن جو ڪتاب آهي.)

"جو" حرف اضافت، تنهنڪري شاهن جي حالت اضافت ٿيندي.

## حالت ندا (Vocative Case)

اهڙو اسم جيڪو جملي ۾ خوشي - ڏک - عجب ۽ سڏ ڪرڻ جي ڪتب اچي، ته ان کي "حالت ندا" چئجي. (مثال:- اڪبر هيڏانهن اچ) هن جملي ۾ اڪبر سڏ ڪرڻ جي ڪم آيو آهي، تنهنڪري ان جي "حالت ندا" ٿيندي.

## صيغو (Mood)

گرامر جي ٻوليءَ ۾، اهڙو فعل، جنهن جون جدا جدا فعلي صورتون ٿي سگهن ٿيون ته ان کي صيغو Mood چئبو آهي.

## زمان (Tense)

زمان (Tense) جي معنيٰ آهي "وقت" جنهن مان پتو پوي ته فاعل ڪهڙي وقت ۾ ڪم ڪري ٿو، يا ڪيو آهي يا ڪندو.

مکيه زمان ٽن قسمن جا آهن:- **(١) زمان حال** (Present Tense) (٢) **زمان ماضي** (Past Tense) **(٣) زمان مستقبل** (Future Tense) (**مثال:**. زمان حال مختيار لکي ٿو.) (**مثال:**- زمان ماضي مختيار لکيو.) (**مثال:**- زمان مستقبل مختيار لکندو.)

## زمان حال جا قسم (Kinds of Present Tense)

**(١) زمان حال:-** (Present Tense) اهڙو زمان جنهن مان خبر پوي ته فاعل هلندڙ وقت ۾ ڪم ڪري ٿو. (**مثال:**- عبدالله خط لکي ٿو) (حال معنيٰ هلندڙ وقت)

**(٢) زمان حال استمراري** (Present Continuous) اهڙو زمان، جنهن جو فعل ڏيکاري ته فاعل جو ڪم هلندڙ وقت ۾ جاري آهي، ته ان زمان کي **زمان**

استمراري چئجي ٿو. (استمراري معنيٰ جاري)
(مثال:- عبدالله خط لکي ٿو پيو)
(٣) زمان حال مدامي:- (Present Halitual) اهڙو زمان، جنهن جو فعل ڏيکاري ته فاعل جو ڪم هلندڙ وقت ۾ هميشه جاري آهي.
(مثال:- عبدالله خط لکندو آهي.) مدامي معنيٰ هميشه يا دائمي ۾)
(٤) زمان حال مشڪي (Present Dulitative) اهڙو زمان، جنهن جو فعل ڏيکاري ، فاعل جو ڪم شڪي حالت ۾ ٿيندو آهي ته ان قسم جي زمان کي زمان مشڪي چئجي ٿو.
(مثال:-عبدالله خط لکندو هوندو) (متشڪي معنيٰ-شڪ)
(٥) ~~زمان~~ مضارع:- (Aorist) اهڙو زمان ، جنهن جو فعل ڏيکاري ته فاعل ڪم هلندڙ وقت ۾ ڪندو يا ايندڙ وقت ۾ ڪندو تہ ان قسم جي زمان کي زمان مضارع چئجي ٿو. (مثال:- عبدالله جيڪر خط لکي

## زمان ماضي جا قسم:- Kinds of Past Tense

(١) زمان ماضي مطلق:- (Past Tense) اهڙو زمان جنهن جو فعل ڏيکاري ته فاعل پنهنجو ڪم بلڪل گذريل وقت ۾ ڪيو ، ته زمان کي زمان ماضي مطلق چئجي ٿو. (مثال:- عبدالله خط لکيو)

(٢) زمان ماضي استمراري:- (Past Continuous)
اهڙو زمان، جنهن جو فعل ڏيکاري ته فاعل گذريل وقت ۾ ڪم پئي ڪيو ۽ اهو جاري هيو ته اهڙي زمان کي ماضي استمراري چئجي ٿو.
(مثال:- عبدالله خط لکيو پئي.)

(٣) زمان ماضي مدامي (Past Halitual) اهڙو زمان، جنهن جو فعل ڏيکاري ته فاعل گذريل وقت ۾ پنهنجو ڪم هميشه جاري رکيو ته اهڙي زمان کي زمان ماضي مدامي چئجي ٿو،
(مثال:- عبدالله خط هميشه لکندو هو.)

(٤) زمان ماضي قريب:- (Past Perfect Tense)
اهڙو زمان، جنهن جو فعل ڏيکاري ته فاعل جو ڪم حال ۾ ٿورو وقت اڳ ٿي چڪو آهي، اهڙي زمان کي کي زمان ماضي قريب چئجي ٿو.
(مثال:- عبدالله خط لکيو آهي.)

(٥) زمان ماضي بعيد:- (Past Perfect Tense)
اهڙو زمان، جنهن جو فعل ڏيکاري، ته فاعل گهڻو وقت اڳ ۾ ڪم ڪري چڪو آهي، ته اهڙي زمان کي زمان ماضي بعيد چئجي ٿو.
مثال:- عبدالله خط لکيو هو.)

(٦) زمان ماضي شرطيه:- (Past Conditional Tense)

اهڙو زمان ، جنهن جو فعل ڏيکاري ، ته فاعل گذريل وقت ۾ ڪم ته ڪري ٿو پر شرط ظاهر ٿئي ته اهڙي زمان کي زمان ماضي شرطيه چئجي ٿو.

مثال:- عبدالله خط لکي ها

(٧) زمان ماضي متشڪي (Past Perfect Tense)

اهڙو زمان ، جنهن جو فعل ڏيکاري ، ته فاعل گذريل وقت جو ڪم شڪي حالت ۾ ڪيو آهي. ته اهڙي زمان کي زمان ماضي متشڪي چئجي ٿو.

(مثال:- عبدالله خط لکيو هوندو.)

(٨) زمان ماضي معطوفي:- (Present Participle Tense) اهڙو زمان ، جنهن جو فعل ڏيکاري ته فاعل گذريل وقت ۾ هڪ ڪم پورو ڪري پوءِ ٻئي کي لڳو، ته اهڙي زمان کي زمان ماضي معطوفي چئجي ٿو- (مثال:- عبدالله خط لکي دوڪان تي ويو.)

زمان مستقبل جا قسم:- Kinds of Future Tense

(١) زمان مستقبل (Future Tense) اهڙو زمان ، جنهن جو فعل ڏيکاري ته فاعل پنهنجو ڪم ايندڙ وقت ۾ ڪندو ته اهڙي زمان کي زمان مستقبل چئجي ٿو

(مثال:- عبدالله خط لکندو.)

(٣) **زمان مستقبل استمراري** Future Continuous Tense اهڙو زمان، جنهن جو فعل ڏيکاري، ته فاعل ايندڙ وقت ۾ ڪم پيو ڪندو ته اهڙي زمان کي **زمان مستقبل استمراري** چئجي ٿو.
(**مثال**:- عبدالله خط لکندو پيو.)

**تشبيهه**:- "تشبيهه" عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي (ڀيٽ - مشابهت) يعني ڪنهن شيء کي ٻيءَ شيءَ سان ڀيٽڻ (**مثال**:- (١) عبدالله جا اکر موتيءَ جهڙا آهن) (٢) شاهن شينهن جهڙو بهادر آهي) (عبدالله جي اکرن کي "موتي" سان ڀيٽ ڪيل آهي) ۽ ٻئي جملي ۾ شاهن جي بهادريءَ کي شينهن سان مشابهت ڏنل آهي، اهڙا لفظ جي ٻن شين کي ڀيٽڻ ۾ ڪم اچن، تن کي لفظ **تشبيهه** چئجي ٿو.
**مثال**:- وانگر، جهڙو، مثل وغيره "حرف تشبيهه" ٿي ڪم ايندا آهن.

**استعارو**:- هي عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي (اڌارو وٺڻ) علم بيان جي اصول مطابق ڪنهن لفظ جي حقيقي معنيٰ کي ڦيرائي ٻئي مطلب ۾ ڪم آڻڻ کي "استعارو" چئبو آهي. "استعاري" ۾ ڳجهي ڀيٽ ڪيل هوندي آهي، ۽ تشبيهه ۾ ظاهر ۽

ڇئي ٻہٽ ڪيل هوندي آهي. (**مثال:-** (١) حقيقي لفظ
ڪانسواءِ جملا. عبدالله جا اکر موتي آهن (٢) شاهن شينهن آهي.)
**ڪنايہ:-** هي عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي ، جنهن جي
لفظي معنيٰ آهي "اشارو" علم بيان جي اصول مطابق
ڪا ڳالهہ "اشاري" ۾ ڳالهائڻ يا بيان ڪرڻ کي
"**ڪنايہ**" چئبو آهي- (**مثال:-** گوڏو ٻڌي ويهڻ معنيٰ
اٿس دير سان اٿڻ مطلب تہ اهو لفظ ، جنهن جي ظاهر
۾ هڪڙي معنيٰ هجي ۽ حقيقي ٻي معنيٰ اشاري طور
ڪم آڻڻ کي ڪنايہ چئجي ٿو-

"**مجاز مرسل**" هي عربي ٻوليءَ جا لفظ آهن ، جن
جي معنيٰ آهي "حقيقت جي ابتڙ" ٻيو رستو اختيار
ڪرڻ - **مثال:-** رات جو چور چوري ڪرڻ تي "سڄو
گهر اٿي کڙو ٿيو" حالانڪ گهر هڪ بي جان شيء آهي
ليڪن هن ليڪ ڏنل لفظن جي جملي جي اصلي معنيٰ
اها ٿيندي تہ تہ "گهر جا سمورا ڀاتي سجاڳ ٿيا"

"**علم بديع**" هي عربي ٻوليءَ جا لفظ آهن هن مان
"بديع لفظ جي معنيٰ (سهڻو يا عجيب) مقصد تہ ڪلام
کي معنيٰ توڙي خوبصورتي جي لحاظ کان ڪاريگريءَ
کان ڪم وٺي پيش ڪرڻ کي **علم بديع** چئبو آهي.
"**صنعت**" هي عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي

معنائي آهي ( هنر يا ڪاريگري) اهڙو ڪلام، جيڪو ڪاريگري ۽ هنر ساز پيش ڪيل هجي ، جنهن جي تحرير ۾ سونهن ۽ رواني هجي ته ان کي صنعت چئبو آهي.

**"تجنيس حرفي"** هي عربي ٻوليءَ جا لفظ آهن ، جن جي معنائي آهي ( هڪجهڙا حرف يا اکر ) يعني ڪنهن ٻه جملي يا شعر ۾ هم آواز لفظ ڪم آيل هجن ته ان کي چئجي ته "تجنيس حرفي" جو استعمال ٿيل آهي (مثال طور شاه جي بيت جي هڪ سٽ)

والي واحد وحده، رازق رب رحيم

**"تجنيس تام"** اهڙي ڪلام يا لفظن جو قسم، جو جملي يا شعر جي مصرع ۾ ٻه يا ان کان وڌيڪ لفظ استعمال ٿيل هجن اهي لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ بلڪل هڪجهڙا هجن، پر معنائي ۽ مطلب ۾ جدا جدا هجن ته ان کي چئجي "تجنيس تام" جو استعمال ٿيل آهي-

(مثال طور:- سرهي ساجن ڪاڻ ، تا ڪانئون ڪيون ڪن جون )

**"علم عروض"** "علم عروض" مطابق هي علم، اڪثر ڪري شعر ناهڻ جو ، هڪ علم آهي "علم عروض" جي معنائي آهي (چاڻ پروڙ) هي علم بحر ۽ وزن جي قانونن ۽ قاعدن تي ٻڌل هوندو آهي.

هي علم عربن جو ايجاد ڪيل آهي هن علم جا بنيادي اٺ رڪن آهن جي هي آهن (فعولن ، فاعلن، مفاعيلن ، مفعولات ، فاعلاتن ، مستفعلن ، متفاعلن ، مفاعلتن) هنن سڀ بنيادي رڪنن تي شعر جي عمارت نهي ٿي.

"بحر" هي لفظ عربي آهي ، جنهن جي معانيٰ آهي (سمنڊ) هن علم ارڪانن مان شعر جا بحر نهن ٿا. چڱي طور جا ماپا آهن جن جي ذريعي شعر جو وزن پورو ڪري بهارجي ٿو.

هيءُ شعر ٻن مصرعن جو ٺهندو آهي ، جيڪڏهن بيت جي ٻنهي مصرعن (سٽن) ۾ "چار رڪن" اچن ته ان کي (بحر مربع) چون ۽ جيڪڏهن "ڇهه" رڪن اچن ته ان کي (بحر مسدس) چون ۽ جيڪڏهن "اٺ" رڪن اچن ته ان کي (بحر مثمن) چون ٿا.

جيڪڏهن سڀئي ارڪان صحيح هجن ، ۽ انهن ۾ ڦير ڦار نه هجي يعاني اُهي اصلي صورت ۾ موجود هجن ته ان کي (بحر سالم) چون ٿا.

"قافيو" هي عربي لفظ آهي ، جنهن جي معانيٰ آهي (پٺيان هلڻ) يعاني اُهو لفظ جو شعر ۾ "سٽ" جي پڇاڙيءَ ۾ اچي، مطلب ته "قافيه" واري لفظ جو

آواز ساڳيو هوندو آهي ۽ پر سندس آچار جداجدا هوندو آهي- مثال طور:- ھي سٽون پيش ڪجن ٿيون.

ڪرڻ جيڪي گهرين، سو وٺ ڪري اڄ
سڀاڻي جي تون نـالي ڪان پـري ڀڄ (قليچ)

"رديف" هي عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي ، جنهن جي معانيٰ آهي (پٺو يا سواريءَ تي پيله. سوار ٿيڻ) مطلب ته آهو لفظ يا الفاظ (گهڻا لفظ) شعر ۾ ڪافيه سان گڏ پٺيان ڪم آيل هجن.

مثال طور:- ھي سٽون پيش ڪجن ٿيون.

رک يتيمن جي مٿي تي، پنهنجو تون هربار هٿ
ڪيئن هٿن هوندي رهين بيڪار؟ ڪو ويچار ڪر
"مسافر"

"هر بار" "ويچار" قافيو آهن ۽ "هٿ" "ڪر" رديف آهي جي قافيه جي پٺيان ڪم آيا آهن.

"تقطيع" هي عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي ، جنهن جي لفظي معاني آهي (ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ) اصطلاحي معانيٰ مطابق شعر جي مصرعن ۾ لفظن کي ارڪان جي تارازيءَ ۾ توري خبر لهڻ ته شعر تور جي ڪهڙي وزن ۾ ويٺو آيا اهو صحيح وزن تي ويٺو آهي يـا نه اهڙيءَ طرح اسان کي "تقطيع" ڪرڻ سان صحيح معلوم ٿيندو.

"ڇيد" هي سنسڪرت جو لفظ آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي (ڇيڻ، ڏار ڏار ڪرڻ) جملي کي ڀڃي جدا جدا ڪرڻ کي "ڇيد" چئبو آهي.

جملي کي ، ٻن حصن ۾ ورهايو ويندو آهي - هڪ حصي کي " مبتدا " معنيٰ ( شـروعات ) ۽ ٻئي حصي کي "خبر" چئجي ٿو.

"مبتدا" يا فاعل جا ٻه حصا ڪيا آهن هڪ (١) اسم (٢) اسم جو لڳ)

"خبر" جا چار حصا ڪيا آهن (١) مفعول (٢) مفعول جو لڳ) (٣) فعل) (٤) فعل جو لڳ) "خبر" معنيٰ جنهن بابت ڳالهه ٻڌائي وڃي.

## شعر جا قسم Kinds of Poem

(١) "حمد" ڇا آهي ؟ "حمد" هي عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي ، جنهن جي معنيٰ آهي (تعريف - ثنا وغيره) "حمد" انهيءَ نظم کي چئجي ٿو، جنهن ۾ صرف الله پاڪ جي ثنا ۽ تعريف پيش ڪئي ويندي آهي.

هيءَ صنف خاص وحده لا شريڪ له، بـادشاهن جي بادشاه ۽ پـوري ڪائنات جي مالڪ ۽ خالق، جيڪو دائم ۽ قائم آهي، ان جي تعريف ۽ شان مخصوص آهي. هن صنف ۾ ٻئي ڪنهن کي ، به شريڪ يا شامل

ڪري ڏنو سگهجي.

مثال طور: شاه صاحب جو تفريحي بيت هيٺ پيش ڪجي ٿو.

اول الله ، اعليٰ عالم ، جو ڌڻي
قادر پنهنجي، قدرت سين قائم آهي قديم
والي واحد وحده، رازق رب رحيم
ڪري پاڻ ڪريم جوڙون جوڙ جهان جي

(٢) "نعت" ڇا آهي "نعت" عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي ، جنهن جي معانيٰ آهي (صفت ـ تعريف) "نعت" انهيءَ "شعر" کي چئجي ٿو ، جنهن ۾ صرف الله پاڪ جي پياري نبي، رحمت العالمين جي شان اقدس ۾ صفت ۽ تعريف ڪئي ويندي آهي ، هيءَ صنف خاص معراج جي صاحب رسول پاڪ صلي الله عليه وسلم جي شان ۾ ڳائي ويندي آهي ۽ هن صنف ۾ ٻئي ڪنهن جو ذڪر نه هوندو آهي. مثال طور نعت جا ٻه مصرع پيش ڪجن ٿا.

رحمت رحمت طلبي آيو ، عربي امت ڪارڻ
مرده مرده جسم جيارڻ ، آيو دليون اجارڻ

(٣) "قصيدو" ڇا آهي ؟ "قصيدو" هي عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معانيٰ آهي (نيت يا ارادو ڪرڻ) هن نظم ۾ پهرين بيت جون چند سٽون پاڻ ۾ هم قافيه

هونديون آهن ۽ ٻين ٻيتن جي وقط پوئين سٽ هم قافيو هوندي آهي. عام قصيدي مان مراد" مدح" هوندي آهي.

"قصيدو" اڪثر ڪري زنده ، بلند اخلاق، عظيم انسانن ۽ وقت جي حاڪمن جي شان ۾ چيو ويندو آهي.

"مثنوي" ڇا آهي؟ "مثنوي" هي عربي لفظ آهي، جنهن جي معانيٰ آهي (ٻٽو يا جوڙو) اهو نظم ، جنهن جو هر بيت ٻن مصرن سان ٺهندو آهي هن صنف ۾ بيتن جو تعداد مقرر ڪونهي هن ذريعي ڪيڏو به وڏو ڪتاب لکي سگهجي ٿو.

مثنوي جو ڪتاب "مثنوي محمدي" جي نالي سان مشهور آهي.

هن بيت جون ٻه مصرعون پاڻ ۾ هم وزن يا هم قافيو هونديون آهن،

هن ۾ تاريخي واقعا فلسفي ۽ تصوف جا نڪتا ، حسن ۽ عشق جا داستان ۽ ٻيا به اهڙي قسم جا مضمون وغيره چيا ويندا آهن.

مثال طور:- چند سٽون هيٺ پيش ڪجن ٿيون.

نبين جو اڄ آيو آهي امام
تولد ٿيو خاص خيرالانام

يتيمن جو غمخوار پيدا ٿيو
ضعيفن جو آڌار پيدا ٿيو

(٥) ”رباعي“ چاڪي چئجي ٿو؟ ”رباعي“ هي عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو ”ربع“ مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”چار“ يعني اهو نظم جيڪو ”چئن مصرن“ تي مشتمل هجي هن جو پهريون مصرع ٻيو ۽ چوٿون هم قافيو ٿيندو آهي ٽئين مصرع جي قافيه جو هجڻ ضروري نہ آهي مگر چوٿون مصرع مقصد وارو هجڻ گهرجي، جنهن ۾ مضمون جو نچوڙ ظاهر ٿئي.
مثال طور:. جناب ڊاڪٽر خليل صاحب جن جي رباعي پيش ڪجي ٿي.

ڇا سوچي هن دارِ فنا ۾ آئين
آفت ۾ پئين دام بلا ۾ آئين.
هن طرح عدم کان آئين دنيا ۾ ”خليل“
ڄڻ تون ڪنهن ڪاروان سرا ۾ آئين

(٦) ”غزل“ چاڪي چئجي ٿو؟ هي عربيءَ ٻولي جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي (عورتن سان گفتگو ڪرڻ) يا (حسينن سان ڳالهيون ڪرڻ) اهوئي سبب آهي جو هن ”غزل“ ۾ گهڻو ڪري، ”عشق ۽ محبت“ ”وصال ۽ فراق“ جو ذڪر هوندو آهي.

"غزل" جو هر هڪ بيت ٻن مصرعن تي مشتمل هوندو آهي، جنهن ۾ شاعر پنهنجو مڪمل خيال پيش ڪندو آهي ۽ عام طور مضمون جي لحاظ کان هڪ بيت جو تعلق ٻئي بيت سان نه هوندو آهي.

غزل جي پهرين بيت کي "مطلع" ۽ پوئين بيت کي "مقطع" چوندا آهن.

"غزل" ۾ "مطلع" جون پهريون ٻئي سٽون پاڻ ۾ "هم قافيه" هونديون آهن باقي هر بيت جي ٻي سٽ ساڳئي "قافيه" ۾ هوندي آهي.

مثال طور:- غزل جون چند سٽون هيٺ نموني طور پيش ڪجن ٿيون.

ڏون پڇين ٿو، ته زندگي ڇاهي،
مان پڇان ٿو، ته بيوسي ڇاهي،
ڪجهه رموز حيات جا اسرار،
تو نه سمجهيو قلندري ڇاهي،

شيخ عبدالرزاق "راز"

(٧) "مرثيه" ڇا کي چئجي ٿو؟ "مرثيه" هن جي صنف اڪثر ڪري "قصيدي" سان واسطو رکي ٿي، فرق اهو آهي، ته قصيدو زنده ماڻهن جي شان ۽ تعريف ۾ چيو ويندو آهي ۽ "مرثيو" وفات ڪيل انسان ذات

جي واقعي متعلق چيو ويندو آهي، جنهن ۾ عزيز، قريب، دوست، حاڪم ۽ سردار وغيره اچي وڃن ٿا.

خاص طور "مرثيو" اهو آهي جنهن ۾ ڪربلا جي شهيدن يعني "شهداءِ ڪرب و بلا" ۽ شهيد اعظم، حضرت امام حسين عليه السلام جن جي شان ۽ واقعن متعلق وار ڪاندارينڊڙ ۽ دل ڏارينڊڙ انداز ۾ واقعات چيا يا پڙهيا ويندا آهن، جن جي ٻڌڻ سان اکين مان بي اختيار آب برسات وانگر جاري ٿي ويندو آهي ۽ ياد تازي ٿي ويندي آهي.

مثال طور:- "مرثيو" جون چند سٽون پيش ڪجن ٿيون.

پاڪ تن، جنهن تي نبيءَ، ٻوسا ڏنا ٿي بار بار،
تنهن مٿان، ظالم وسايا، تير هر هر يا حسين!
دشمنن ٿي، تير اڇليا، ۽ پڙهي ٿي تو نماز،
واهه! هو تنهنجي عبادت جو ته منظر يا حسين

شيخ "نياز"

(٨) "قطعو" ڇا کي چئجي ٿو؟ "قطعو" هي عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ٽڪرو" يعني اهو نظم جو ٽڪرو جيڪو، مطلب جي لحاظ کان هڪ ٻئي سان ڳنڍيل هجي ۽ هن ۾ "قافيو" هر بيت جي ٻيءَ سٽ ۾ هوندو آهي.

"قطع" ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻه بيت ٿين ٿا ۽ وڌ ۾ وڌ حد جي پابندي ڪانهي.

محبت ۾ ستم سهڻا پون ٿا،
پيالا زهر جا پيڻا پون ٿا.
وفا ۾ ساهه سر ڏي ناهه ڏسبو،
هتي هر شيءِ تان هٿ ڌوئڻا پون ٿا.

"مشتاق"

"ڏوهيڙو" ڇا کي چئبو آهي؟ "ڏوهيڙو" هيءَ صنف قديم شعر مان هڪ آهي وائي، ڪافي، ڏوهيڙا بيت ۽ سلوڪ قديم سنڌي شعر تي مشتمل آهن. هن جا شروعاتي اسباب ڪلهوڙن جي دور حڪومت کان ملڻ شروع ٿيڻ ٿا.

مذڪوره شعرن جي جديد دور يعاني هن وقت ۾ طبع آزمائي ٿيندي رهي ٿي، جيڪي عوام ۾ ڪافي مقبول آهن "ڏوهيڙي" ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻه سٽون ٿينديون آهن ۽ وڌ ۾ وڌ ڪوبه قيد ڪونهي، هن ۾ "قافيه" ٻنهي سٽن جي پڇاڙي ۾ ايندو آهي.

مثال طور:- هيٺ نمونو ڏجي ٿو.

جوڳي جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، منڌي پريان پيجري،

(قاضي فاضل)

(١٠) "ٻيت" ڇا کي چئجي ٿو؟ "بيت" هيءَ صنف پڻ ڏوهيڙي سان مطابقت رکي ٿي، "بيت" سنڌي زبان جي "ڏوهيڙي" مان وڌيو ۽ ويجهيو، هن صنف جو پڻ اهڙوئي اصول آهي، نہ هن شعر ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻہ سٽون ٿينديون آهن ۽ وڌ ۾ وڌ ڪيتريون بہ آڻي سگهجن ٿيون.

سنڌ جي عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحہ پنهنجي رسالي ۾ بيتن جي سٽاءَ ۾ گهڻي تبديلي آندي آهي.

هن پنهنجي بيتن ۾ ڏن ڪان پنجن سٽن تاءِ بلڪ ان کان بہ وڌيڪ سٽن کي شامل ڪيو آهي.

مثال طور:- بيت متعلق نمونو هيٺ پيش ڪجي ٿو.

هو چوني ڏون م چو، واتون ورائي
اڳ اگرائي جو ڪري خطا سو ڪانہ

(١١) "سلوڪ" ڇا کي چئجي ٿو؟ "سلوڪ" هي سنسڪرت جو لفظ آهي، جنهن جي معاني آهي (جمع ڪرڻ) يعاني اهو "گيت" جيڪو چئن سٽن تي مشتمل هجي ۽ آهي سٽون پاڻ ۾ هم وزن هجن.

هن صنف تي هڪ مشهور ڪتاب آهي، جنهن جو نالو آهي "ساميءَ جا سلوڪ" "سامي" صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ جيڪي سلوڪ چيا آهن، اهي ٻوليءَ جي لحاظ کان نہ صرف سنڌي، سنسڪرت ۽ هندي آهن بلڪ

منجهس عربي ۽ فارسي زبان جا الفاظ پڻ ڪافي انداز ۾ موجود آهن.

فني لحاظ کان سندس "سلوڪن" ۾ تشبيهن ، استعارا ۽ صنعتون نهايت دلچسپ انداز ۾ پيش ڪيا آهن- سندس سلوڪن مان هڪ سلوڪ نموني طور پيش ڪجي ٿو

چريا سي چئجن، جي پاڻ سڃاڻن ڪين ڪي،
ڳالهيون ويندن جون ٻڌي، مرم نه رکن من،
ڀنهنجي ڳچيءَ پاڻهي، جوڙي سيل وجهن،
ساڃي ڪين ڏسن، جهاتي پائي گهر ۾

## (١٢) "وائي" ڇاکي چئجي ٿو؟ "وائي" هي فني

لحاظ کان هن جو وزن ڏوهيڙي کان وڌيڪ اينگهه وارو ۽ لچڪيدار هوندو آهي.

"وائي" عورت ذات جي زبان سان ڳائي ويندي آهي ، جنهن ۾ شاعر سندس دل جي حال جو اظهار سمائيندو آهي.

"وائيءَ" جي هر هڪ سٽ جدا جدا ٿيندي آهي. منجهس قافيو هر مصرع جي پويان ٿيندو آهي. هنجي پهرين سٽ کي "ٿل" چيو ويندو آهي.

شاه ڀٽائيءَ جي وائي نموني طور پيش ڪجي ٿي.

(ٿل) آئي مند ملهار ، آءٌ کهنبا ڪنديس ڪپڙا

وسڻ جا ويس ڪيا، اڄ منهنجي يار .... آئي مندملار

(١٣) "ڪافي" چاڪي چئجي ٿو؟ فن جي لحـــاظ

کان "ڪافي" پڻ قديم شعر مان هڪ آهي، در حقيقت، جنهن کي ڪافي چئجي ٿو. سا وائيءَ جو هڪ ترقي يافته نمونو آهي.

در اصل وائي ۽ ڪافي، هڪ جسم جا ٻه ٻــــازو آهن بناوت جي لحاظ کان، ڪافيءَ جو هر هڪ بند، هڪ، ڏيڍ، ٻه اڍائي ٽي يا ان کـان وڌيڪ مصرعن جو ٿيندو آهي. ۽ آخـــري سٽ ٿـل سان هم قافيه ٿيندي آهي. ڳائڻ جي لحاظ کان "ڪافيءَ" ۾ هـن وقت جيڪي "ساز" استعمال ٿين ٿا، تن ۾ - هارمونيم، يڪتارو، گهاگهر قابل ذڪر آهن.

(١٤) "ڪافي" مخدوم طالب المـولي جـــو ڪتـــاب "چپر ۾ چريون" جي نالي سان مشهور آهي. ڪافيءَ جو مثال طور - هيٺ نمونو پيش ڪجي ٿو.

پاڻهين پارون يار، قاصد موڪلي آيو.
اچڻ سندي ان جي، ڇڏي ويا آزار،
تورو ڪيڏو تن لايو.
"سچل سرمست"

(١٥) "فصاحت" هيءُ عربيءَ ٻوليءَ جو لفظ آهي. جنهن کي "فصيح" چئجي ٿو. جنهن جي معانيٰ آهي ( خوش اسلوب، يا رس وارو ڪلام )

هن جي ذريعي شعر ۾ رس پيدا ٿئي وڌندڙ الفاظ استعمال ٿيل هوندا آهن، جنهن جي پڙهڻ سان ڪلام مان فصاحت معلوم ٿيندي آهي.

(١٥) "بلاغت" هيءَ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن کي "بليغ" چئجي ٿو. جنهن جي معنائي آهي. ( مڪمل - پورو )

"بلاغت" شعر جي اها خوبي آهي، جنهن جي ذريعي وقت جي لحاظ کان موزون ۽ مناسب الفاظ استعمال ٿيل هجن. هن ذريعي "شعر" ۾ اهڙي خوبي سمايل هوندي آهي، جو پڙهندڙ جو هڪدم خيال ان طرف ڇڪجي ويندو آهي

(١٦) "سلاست" هيءَ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي. جنهن معنائي آهي (آسان يا سليس) يعني اهو ڪلام جيڪو، تشبيهن جي ذريعي استعمال ٿيل هجي، جنهن جي پڙهڻ سان عام ۽ خاص ماڻهون لطف اندوز ٿي سگهن.

(١٧) "تخيل" هيءَ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنائي آهي. (خيال يا ويچار) "تخيل" شعر جي اها خوبي آهي، جنهن جي قوت سان شاعر پنهنجي خيال ۾ ڪائنات جي عجيب و غريب شين کي تصور ۾ آڻي ٿو ۽ ان جي حقيقتن کي بيان ڪري ٿو جنهن کي "تخيل" چئجي ٿو.

# اصطلاح

# Idimos

"اصطلاح" اسان جي سنڌيءَ ٻوليءَ ۾، ڪي اهڙيون چوڻيون يا جملا استعمال ڪيا ويندا آهن. جن جي ظاهري معنيٰ ٻي هوندي آهي ۽ اندروني معنيٰ ٻي ورتي ويندي آهي. اهي اصطلاحون، اسان جي سگهڙن، سياڻن ۽ درويشن دنيا جي تجربن، واقعن ۽ فطرتي نظارن مان حقيقتون هٿ ڪري زبان سان چيون آهن جيڪي بلڪل سچ آهن. ٻيءَ صورت ۾، مصدر سان شامل لفظن جو جملو، جيڪو محاوري طور ڳالهائبو وڃي ٿو، ان کي اصطلاح چئبو آهي.

هيٺ نموني طور مروج "اصطلاحون" معنيٰ ۽ جملي سميت پيش ڪجن ٿيون. خاص طور شاگرد طبقو امتحان ۾ هنن مان وڏو فائدو حاصل ڪري سگهي ٿو.

| نمبر | اصطلاح | معانيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ١- | آڏو اچڻ | ڪم ۾ رنڊڪ وجهڻ [تون جتي ڪٿي پيو "آڏو اچين." |
| ٢- | آرسيءَ ۾ منهن وجهڻ | اندر ۾ نهارڻ: [ پهريائين پنهنجي "آرسيءَ ۾ منهن وجهه" پوءِ ٻين جا عيب ڪٿار |
| ٣- | آڏو ڦرڻ | خلاف وڃڻ: [ جيڪڏهن پٽ پيءُ جي شاگرد استاد جي مريد مرشدجي "آڏوڦرندا" ته هو ڪامياب نه ٿيندا. |
| ٤- | آڌرِ ڀاءُ ڪرڻ | قرب ڏيڻ - عزت ڏيڻ، [ جڏهن دوستن وٽ ويس ته هنن مون کي ڏاڍو " آڌر ڀاءُ " ڪيو |
| ٥- | آنڌي نينڌي ٿي هجڻ | غريب ۽ مسڪين هجڻ: [احمد ويچارو " آنڌي نينڌي ٿي آهي" يعني هن وٽ ايترو پيسو ڪونهي جو ڪجهه وٺي سگهي. |

| نمبر | اصطلاح | معنيٰ ۽ سمجهاڻي |
|---|---|---|
| ٦- | اپ ڦاڙڻ | اقبال ڦرڻ پيو "اپ ڦاڙي" يعني چوي ٿو ته مان سڄي دنيا جو سهرو ڪيو اٿم" |
| ٧- | اک ڏيکارڻ | سختيءَ سان هلڻ: [ پيءُ پٽ کي جڏهن " اک ڏيکاري " تڏهن هن ڪم ڪيو. |
| ٨- | اک ڇنڀ ۾ ٿيڻ | تمام جلد - بنا دير: [ سياڻي اهو ڪم "اک ڇنڀ ۾ ٿيندو." |
| ٩- | ات هڻي ويهڻ | اجايو ضد ڪرڻ: [ سليم جو ڪم نه پيو هيو پر زالف ات هڻي ويهي رهيو. |
| ١٠- | اکيون ٺڏيون ٿيڻ | خوش ٿيڻ: [شاه محمد جيڪڏهن ڪامياب ٿيو ، ته منهنجون اکيون ٺڏيون ٿينديون |
| ١١- | اکيون ٻرڻ | غصي ۾ اچڻ: [ انور کي جڏهن غصو ايندو آهي ته سندس اکيون ٻرنديون اٿس. |
| ١٢- | اک کي ڇوڏو ڏيڻ | اميد لاهڻ: [ لعل بخش ۾ ڪنهن به ڪم جي اميد رکڻ |

| نمبر | اصطلاح | معانيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ١٣- | اکيون ونڌي ويهڻ | اکيون خراب ڪرڻ: [ سومر اکين جي پرهيز نہ ڪرڻ ڪري هينئر "اکيون ونڌي ويٺو" آهي. |
| ١٤- | اکين تي پڙدو چڙهڻ | غرور ۽ تڪبر ۾ پوڻ [سليم کي گهڻي دولت هٿ اچڻ سبب "اکين تي پردو چڙهي" ويو آهي، جو هو هن وقت ڪنهن کي سڃاڻي بہ ڪونہ ٿو. |
| ١٥- | اکين آڏو اونده اچڻ | ضعيف العمر ٿيڻ: [ هاشم جي وڏيءَ عمر سبب کيس "اکين آڏو اونده اچيس" ٿي. |
| ١٦- | اٽي ۾ لوڻ هجڻ | بالڪل گهٽ هجڻ: [منافو ايترو جائز آهي جيترو "اٽي ۾ لوڻ هجڻ" |
| ١٧- | ابتا پير ڪرڻ | بيجا هلڻ: [ سومر پاڻ ڪان ڏار ٿيڻ ڪان پوءِ اهڙا "ابتا پير ڪنيا" جو آيل ملڪيت دق ڪري بہ رهيو |

| نمبر | اصطلاح | معنائن ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ١٨- | اکن کان انب گھرڻ | نا اميد ٿيڻ: [ڪنهن ڪنجوس ماڻهوءَ کان اڌارو طور پئسو وٺڻ ائين آهي جئين "اکن کان انب گهرڻ" |
| ١٩- | اڳرائي ڪرڻ | وڌائي يا زيادتي ڪرڻ: [ هو چوني تون ۾ چو واتون ورائي اڳ اڳرائي جو ڪري خطا سو ڪائي. |
| ٢٠- | اس ۾ وار اڇا ٿيڻ | دنيا ۾ اجايو وقت وڃائڻ: افسوس جو زندگيءَ جي مقصد کان هٽي اجايو پيو اس ۾ وار اڇا ڪرين. |
| ٢١- | اٺو مٺو نہ هجڻ | بي انتها: [ الله پاڪ جون انسان ذات کي ايتريون تہ نعمتون ڏنل آهن. جن جو "اٺو مٺو ڪونهي" |
| ٢٢- | اک لڳڻ | آرام يا ننڊ اچڻ: [شاهن کي اوجاڳي سبب سمهڻ سان ڏي "اک لڳي ويس" |

| نمبر | اصطلاح | معنائن ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ۲۳- | اک پوڻ | رحلت ڪرڻ : "ڪل نفس ذائقةالموت" هر انسان جي موت سبب "اک پوتي." |
| ۲۴- | اوپاريون لهواريون چوڻ | پٺاڪون هڻڻ : [ جڏهن شام جو ڪچهري لڳي ٿي، ته ان ۾ خوب "اوپاريون لهواريون" پيون ٿين. |
| ۲۵- | اڌ ما ڪائڻ | جوش ۽ ڪاوڙ ۾ اچڻ [ گلڻ ڪي، جنهن مهل جوش ايندو آهي، تنهن مهل "ڏاڍا اڌما ڪائيندو" آهي، ليڪن وس نه هلندو اٿس |
| ۲۶- | اڇا ڪارا پڌرا ٿيڻ | حق سچ ظاهر ٿيڻ: جيڪڏهن شام جو آيو ته پاڻهي "اڇا ڪارا پڌرا ٿيندا" |
| ۲۷- | باهه لڳڻ | مهانگپ ٿيڻ: اڄ ڪلهه هر شيء کي باهه لڳي ويئي آهي. |
| ۲۸- | باهه تي وجهڻ | تمام گهڻي ڪاوڙ: [ شيرل توريء ڳالهه تي اچي "باهه تي ويو." |

| نمبر | اصطلاح | معانيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ٢٩- | بخت ورڻ | خوشحال ٿيڻ [سومر کي پٽ ڄمڻ سبب سندس "بخت ورئيو" آهي. |
| ٣٠- | باغ جي موري هڄڻ | ڪمزور ٿيڻ [ تون آهين ڪير يا تون ڪهڙي " باغ جي موري" ٿيندو آهين. |
| ٣١- | ٻم ٻڌڻ | دوکو ڪرڻ [ادا واه هيئنر ٿي "ٻم ٻڌڻ" شروع ڪيا اٿئي |
| ٣٢- | ٻه ٻه ويون ڇهه ٻه ويون | برباد ٿي وڃڻ [ سليم کي اوچتي نقصان سبب سندس "ٻه ٻه ويون ڇهه ٻه ويون." |
| ٣٣- | ٻوڏو ٻارڻ | همت ڪرڻ سمجهه پريو ڪم ڪرڻ [ مظفر وڏي ٻاءُ جي مرڻ کان پوءِ سٺو " ٻوڏو ٻاريو " آهي. |
| ٣٤- | ٻاڦ ٻاهر ڪڍڻ | اندر جو راز ڪڍڻ [ وفادار دوست ، پنهنجي دوست جي ڪڏهن به " ٻاڦ ٻاهر نه ڪيندو" آهي. |

| نمبر | اصطلاح | معنيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ٣٥ | پڪ وجهڻ | سوگهو ڪرڻ: [ پاڳي چور کي اهڙو "پڪ وڌو" جو چور ڇڄڻ کان قاصر ٿي پيو. |
| ٣٦ | ٻيڙي ٻوڙڻ | برباد ڪرڻ: [ ڪاڙار ڪم ٻدران "ٻيڙي ٻوڙي" ڇڏي. |
| ٣٧ | ٻرن ۾ هٿ وجهڻ | خوفناڪ ڪم ڪرڻ: [ ادا زندگيءَ تان آسرو لاهي پوءِ وڃي "ٻرن ۾ هٿ وجهه" |
| ٣٨ | ٻانهن ٻيلي ٿيڻ | مددگار ٿيڻ: [اڄ ڪو ڪنهن جو "ٻانهن ٻيلي" ڪونهي. |
| ٣٩ | ٻه گهر ٻارڻ | ٻن ڌرين ۾ جهيڙو وجهڻ: [ رمضان جو ڪم ئي آهي "ٻه گهر ٻارڻ" |
| ۴٠ | ٻيڙڪ ٻاهر نه ڪڍڻ | ماٺ ڪرڻ: [ نورل مسلح ڏاڙيل ڏسي "ٻيڙڪ ئي ٻاهر نه ڪڍي" |
| | ٻڏي مرڻ | شرم اچڻ: [سليم! پنهنجي والدين جي بي ادبي ڪرڻ کان "ٻڏي مرڻ بهتر اٿئي" |

| نمبر | اصطلاح | معنائون ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ١٤٢- | ٻڪر ٻوسات ڪرڻ | زوري يا زبردستي ڪرڻ : قلندر جي ميلي تي گاڏيءَ ۾ "ٻڪر ٻوسات" لڳي پئي هئي |
| ١٤٣- | ٻج ٻوڪڻ | بنياد وجهڻ: [ هر انسان کي نيڪي ۽ اخلاق جو " ٻج ٻوڪڻ " گهرجي. |
| ١٤٤- | ٻوٽ ٻڌي ويهڻ | چپ ڪري ويهڻ : [ حاڪم ٽوري ٿي ڳالهه تي "ٻوٽ ٻڌي ويهي " رهي ٿو. |
| ١٤٥- | ٻڏڻ ترڻ | گٿٿيون ڪرڻ: [ڪنهن به ڪم جو پڪو ارادو ڪرڻ کان پوءِ " ٻڏڻ ترڻ " نه گهرجي. بلڪ اهو ڪم الله تعاليٰ جي سپرد ڪرڻ گهرجي. |
| ١٤٦- | ٻير تي ڏونڪو هڻڻ | پڙهو ڏيڻ : [ تو واري ڳالهه جي خبر سڄي شهر ۾ "ٻير تي ڏونڪي" جيان پکڙجي وئي |

| نمبر | اصطلاح | معانيءَ جملي ۾ استعمال |
| --- | --- | --- |
| ۱۴۷ | ڍپ پرڻ | مفاد پرست ٿيڻ : [ راشي آفيسرن کي صرف پنهنجي "ڍپ پرڻ" جو اونو هوندو آهي |
| ۱۴۸ | ڍڳيءَ پر ٻيهڻ | موت کي ويجهو ٿيڻ [عمر رسيدو ۽ ضعيف انسان "ڍڳي پر" ٻيٺو هوندو آهي. |
| ۱۴۹ | تاڙيون وڄائڻ | خوشيون ڪرڻ [سليمان، رشيد جي شاديءَ تي ڏاڍيون تاڙيون وڄايون" |
| ۱۵۰ | تبليغ ڪرڻ | نصيحت ڪرڻ: [ اصحاب سڳورا، اسلام جي پرچار لاءِ پري پري "تبليغ ڪرڻ" ويندا هئا. |
| ۱۵۱ | ٽريون مهڻ | ڏک ڪرڻ: [عمر کي پنهنجي غلطيءَ سبب ڪيس "ٽريون مهٽيون پيون. |
| ۱۵۲ | تريءَ بهشت ڪرڻ | جلد ڪم جي اميد رکڻ : [ ابهرا ماڻهو ڪوبه ڪم، "ترىءَ تي بهشت" مثل |

| نمبر | اصطلاح | معانيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| | | چاهيندا آهن. |
| ٥٣. | ٽڏو سرهو ڪرڻ | عزت قائم ڪرڻ: [صالح اولاد پنهنجي پيءُ جو "ٽڏو سرهو ڪرڻ" چاهيندي آهي. |
| ٥٤. | ٽڏو ڪٽائڻ | ختم ڪرڻ: [ صحيح اسلامي حڪومت، راشي آفيسرن جو "ٽڏو ڪٽائي" سگهي ٿي. |
| ٥٥. | ٽڏائي ڪرڻ | سستي ڪرڻ : [بچل "ٽڏائي ڪرڻ" سبب، پنهنجو ڪم خراب ڪري ڇڏيو. |
| ٥٦. | ٽڏو ڪرڻ | راضي ڪرڻ [اصغر، عمر کي "ٽڏو ڪري" ڪم ڏاهي ڇڏيو |
| ٥٧. | ٽڏا ساهه ڪڍڻ | افسوس ظاهر ڪرڻ : [رستم، پنهنجي پياءُ جي حادثي جي خبر ٻڌي "ٽڏا ساهه ڪڍيا". |
| ٥٨. | ٽڏو پٽائڻ | بنياد اکيڙڻ: [سليم ڏاڍ مڙسيءَ سبب، ويچاري احمد جو ٽڏو ئي پٽائي" ڇڏيو |

| نمبر | اصطلاح | معنيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ٥٩- | ٽڪو ڏيئي ڏاندو ڪٽائڻ | وڌائي ڪرڻ [سچا ماڻهو سيٺ سبب "ٽڪو ڏيئي پيا ڏاندو ڪٽائن" |
| ٦٠- | ٽپتائي ڪيڏڻ | ٽگ هجڻ [گلڻ، روشن سان "ٽپتائي ڪيڏي" ويو |
| ٦١- | ٽپڙ ڪلهي تي رکڻ | لڏڻ [اختر، وڏيري جي ظلم سبب "ٽپڙ ڪلهي تي رکيا" |
| ٦٢- | ٽڪو لائڻ | بدنام ڪرڻ [سومر، پنهنجي خاندان کي "ٽڪو لائي ڇڏيو" |
| ٦٣- | ٽڪر پيڄڻ | الزام هڻڻ [سليم خواه مخواه مون تي پيو "ٽڪر پيجي" قصور سندس آهي. |
| ٦٤- | ٽٺوايي ڪرڻ | ٽوڪ ڪرڻ [ٻئي تي آجايو "ٽٺولي ڪرڻ" وڏو گناه آهي |
| ٦٥- | ثابت قدم هجڻ | مضبوطيءَ سان هجڻ [جيڪو "ثابت قدم هوندو" سو سدائين ڪامياب رهندو. |
| ٦٦- | ٻگهر سڪائڻ | ٿورو وقت ساه پٽڻ [غلام نبي وڻ هيٺان "ٻگهر سڪائي" |

| نمبر | اصطلاح | معنائون ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| | | رهيو آهي. |
| ٦٧- | پرائي ماڙي ڏسي پنهنجو منهن ڀاهڻ | ٻين سان ساڙ ڪرڻ [ "پرائي ماڙي ڏسي، پنهنجو منهن ڀاهڻ" احمق پڻ آهي. |
| ٦٨- | پوئتي هٽڻ | سست ٿيڻ [ بهادر انسان ڪڏهن به "پوئتي هٽڻ" وارو نه آهي. |
| ٦٩- | پاڻي ڦيرڻ | برباد ڪري ڇڏڻ [ ڳالهه جي گفتگو سومر تي "پاڻي ڦيري" ڇڏيو |
| ٧٠- | پڙ ڪڍي ڀيهڻ | ڦري وڃڻ [ حسين بخش ڪنهنجو به چيو نه ٿو مڃي هو "پڙ ڪڍي بيٺو" آهي. |
| ٧١- | پتليون پڙهائڻ | ٺڳي ڪرڻ [ خميسي، ويچاري ڳالهه کي "پتليون پڙهائي" ڇڏيون. |
| ٧٢- | پاڻي ولوڙڻ | اجائي بڪواس ڪرڻ [ اختر جو ڳالهائڻ رڳو "پاڻي ولوڙڻ" جي برابر آهي. |

| معنائي ۽ جملي ۾ استعمال | اصطلاح | نمبر |
|---|---|---|
| ڍير ڏئي نقصان رسائڻ [ شير ميربحر ، پنهنجي حريف کي "پاڙي وجهي ماريو." | پاڙي وجهي مارڻ | ۷۳- |
| بنياد اکيڙڻ - نقصان پهچائڻ آچر جو ڪم ئي آهي ٻئي جون "پاڙون ڪوڙڻ" | پاڙان ڪوڙڻ | ۷۴- |
| برابري ڪرڻ [منهنجو صاحب خان هي "جتيءَ ۾ پير نه وجهندو" چاڪاڻ ته هو وڏو ماڻهو آهي. | جتيءَ ۾ پير پائڻ | ۷۵- |
| جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي جيڪو انسان ٻئي جي لاءِ کڏ کٽيندو، پاڻ به ان ۾ ئي پوندو "جهڙي نيت تهڙي مراد" | جهڙي نيت تهڙي مراد | ۷۶- |
| محنت ڪرڻ [ هادي بخش اليڪشن ۾ پاڻ کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ ڏاڍا "جتن ڪيا" | جتن ڪرڻ | ۷۷- |
| دوبدو وڙهڻ [فلسطين جامجاهد اسرائيل سان "جنگ جوٽڻ" ۾ انشاءالله ڪامياب ٿيندا. | جنگ جوٽڻ | ۷۸- |

| نمبر | اصطلاح | معانيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ٧٩- | جيري خاطر پڪري کڻڻ | ٿورڙي فائدي لاءِ وڏو نقصان ڪرڻ "جيري خاطر پڪري کڻڻ" وڏي بيوقوفي آهي. |
| | حوصلا بلند ڪرڻ | عقلمندي برقرار رکڻ [١٩٦٣ ۾ هندستان ۽ پاڪستان جي جنگ لڳڻ وقت "حر" مجاهدن جا "حوصلا بلند" هئا. |
| ٨١- | حوصلا خطا ٿيڻ | حيران ٿي وڃڻ [ ارباب جا ڪهڙا نه "حوصلا خطا" ٿي ويا آهن. جو ڏنو وائٺو جيري مک ٿو گهي. |
| ٨٢- | حال پائڻي ٿيڻ | همدرد ٿيڻ [ آندل خان ڏاڍو سٺو آهي ، هو هر مشڪل ۾ منهنجو "حال پائڻي ٿيندو" آهي. |
| ٨٣- | حال حبيبان پيش پريان | اعتدالي پسند ڪرڻ [ يار منهنجي غريب خاني تي مهرباني ڪيو. "حال حبيبان پيش پريان" ڪبو |

| نمبر | اصطلاح | معانيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ٨٤- | خرمغز هجڻ | بي وقوف [ گاٹ کهڙو نه " خرمغز " آهي ، جو عقل جي خلاف ڪم ڪري رهيو آهي . |
| ٨٥- | خطا کائڻ | غلط ڪرڻ [ انسان جيڪڏهن ڪو به ڪم بنا سوچ ۽ ويچار جي ڪندو ته ضرور هو " خطا کائيندو" |
| ٨٦- | چار چنڊ لڳائڻ | چڱيءَ طرح سينگارڻ [ اقبال جي شاديءَ تي ، سندن مائٽن بجليءَ جي بلبن جا " چار چنڊ " لڳائي ڇڏيا . |
| ٨٧- | چشم پوشي ڪرڻ | لڪائڻ [ فيصلي ڪرڻ ۾ " چشم پوشي ڪرڻ " وڏو گناه آهي . |
| ٨٨- | چاق ڪرڻ | ڦاڙڻ - ظاهر ڪرڻ [ دوڪاندار بل ڪيش تيڻ بعد ، ان کي " چاق ڪري " ڇڏيو . |
| ٨٩- | ڇهنڊي وجهڻ | تڪليف ڏيڻ [اصغر،حاڪم کي بار بار پيو "ڇهنڊي وجهي". |

| نمبر | اصطلاح | معانيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ٩٠- | چڪري ڪاڙهڻ | مقابلو ڪرڻ [ حريف سان "چڪري ڪاڙهڻ" ڪانپوءِ ئي آرام ملي ٿو • |
| ٩١- | چار ڏينهن | ڪجهه وقت [ ايوب ڪجهه شرم ڌار آءُ "چار ڏينهن" تو ڪان وڏو آهيان• |
| ٩٢- | چپ چٽڻ | خراب عادت هجڻ [ ڪيترا ماڻهو پين ڪي ڪائيندو ڏسي، پنهنجا "چپ چٽيندا" آهن. |
| ٩٣- | چٿا پيٽي لڳڻ | مقابلو ٿيڻ [ ٻن رانديگرن جي پاڻ ۾ "چٿا پيٽي" سان سندن فن جو پتو پيو • |
| ٩٤- | چورن مٿا مور ٿيڻ • | بلا جي مٿان بلا هجڻ [ خانو پين چوڪرن سان ڏڍ ڪري پاڻ "چورن مٿان مور" لڳو پيو آهي • |
| ٩٥- | چيڙا ٻورڻ | فساد مچائڻ [ اجـا مس مس معاملو ٺهيو ، ته وري يعقوب وچي "چيڙا ٻوريا" • |

| نمبر | اصطلاح | معنيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ٩٦- | چوه چنبڻ | غصو ڪرڻ - ڏاڍو ڪاوڙجڻ [ آچر پنهنجي ملازم تـــي ڏاڍا " چوه چنبيا " |
| ٩٧- | چڙوچڙ ٿيڻ | نا اتفاقي ٿيڻ [ پوليس جـــي لاٺي چارج تي سڄو جلـوس " چڙ وچڙ " ٿي ويو |
| ٩٨- | چنگهه اٿلائڻ | تڪليف ڪرڻ [ ادا تنهنجو ڪم مون کان گهٽو آهي ، مان ان لاءِ " چنگهه اٿلائي " نٿو سگهان . |
| ٩٩- | چراچڻ | ايذاءُ اچڻ [ حاڪم باه کان پري ٿـــي ويهه ، متـــان " چر اچئي " |
| ١٠٠- | دل وڏي ڪرڻ | همت ڪرڻ [ احمدبخش جي گهر ۾ ، جڏهن چور گهڙيا ، تـــ هن " دل وڏي ڪري " چورن سان مقابلو ڪيو . |
| ١٠١- | دال نہ ڳرڻ | بچي نہ سگهڻ [ اسلامي لشڪر آڏو ، ڪافرن جي " دال نہ ڳـري " |

| نمبر | اصطلاح | معنيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
| --- | --- | --- |
| ١٠١- | داغدار ٿيڻ | عيب يا ڪلا وارو ٿيڻ [ صالح معاشري ۾ پاڻ کي " داغدار ٿيڻ " کان بچائي ٿو . |
| ١٠٢- | ديد ڏارڻ | شرم ڪرڻ [ سومر ، آءٌ توکان چار ڏينهن وڏو آهيان ڪجهه " ديد ڏار " سنڀالي ڳالهاءِ . |
| ١٠٤- | دنگ رهڻ | حيرت ۾ پوڻ [ سائنسدانن جا ڪارناما ڏسي سڄي دنيا " دنگ رهجي " ويئي آهي . |
| ١٠٥- | دال ۾ ڪارو هئڻ | شڪ پئجڻ روس جي فوجين جي افغانستان ۾ موجودگيءَ مان محسوس ٿئي ٿو ، ته ڪجهه " دال ۾ ڪارو " آهي . |
| ١٠٦- | دل ڪسڻ | پيار ۾ قابو ڪرڻ [ محبوب جي " دل ڪسڻ " سبب آءٌ هر وقت پريشان رهان ٿو |
| ١٠٧- | دل بهار ٿيڻ | گهڻي خوشي ٿيڻ ] پاڪستاني |

| نمبر | اصطلاح | معانيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| | | جي ڪاميابيءَ جي خبر پئي ڏاڍي ”دل بهار ٿيڻ“ لڳي. |
| 108- | ٻاون ٻول ٿيڻ | برباد ٿيڻ [ڪنهن وقت تڪڙ ڪرڻ سبب پڻ نهيل ڪيل ڳالهه ”ٻاون ٻول“ ٿي وڃي ٿي |
| 109- | ٻڪر اچڻ | صدمو ٿيڻ [ جڏهن سون جو اگهه ڪري پيو ته صرافن کي ” ٻڪر اچي “ وياه |
| 110- | ٻينگهو ٻيري ٿيڻ | سيڪجهه هليو وڃڻ [عليشير جو ٻوڏ سبب ” ٻينگهو ٿي ٻيري ٿي“ ويو. |
| 111- | ٽوڙ مان ٽن ٿيڻ | دال مان سبرو ٿيڻ [جيڪڏهن رب راضي ٿئي ته ”ٽوڙ مان ٽن“ ڪري ڇڏي. |
| 112- | ٽڪڙ کي اٽو رڌڻ | جهڳڙو وڌائڻ [ ادا ٻن ڀاڙن جو مسئلو ختم ٿيڻ تي هو ته وري ڄ۔انڻ ” ٽڪڙ کي اٽو لاتو“ |

| نمبر | اصطلاح | معنائون ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| -113 | ڏنڍين آڱريون اچڻ | حيران ٿيڻ [ پٽ جي پيءُ سان بي فرماني ڏسي "ڏنڍين آڱريون اچي" ويون. |
| -114 | ڏس پنڌ ڏيڻ | علاج ڪرڻ [ ميان سورين واري حڪيم جو "ڏس پنڌ" ڏاڍو ڪامياب آهي |
| -115 | ڏند ڪٽا ٿيڻ | اڇوڪين نارنگين ته منهنجا "ڏند ڪٽا ڪري" ڇڏيا |
| -116 | ڏکيا ڏينهن ڏسڻ | بد بختي ٿيڻ [نارو ويچارو اڄ ڪلهه زندگيءَ جا "ڏکيا ڏينهن ڏسي" ٿو. |
| -117 | ڏيئو اجهامڻ | صدمو هئڻ [خميسي خان جي مرڻ بعد، سندس گهر جو "ڏيئو اجهامي" ويو. |
| -118 | ڏٺي مک ڳهڻ | ڏٺو وائڙو نقصان ۾ پوڻ ] خراب ماڻهوءَ سان دوستي رکڻ "ڏٺي مک ڳهڻ" جي برابر آهي |
| -119 | ڏند ڏيڻ | برو ڀلو چوڻ [ اڄ ڪلهه جا ماڻهو ٿوري ڳالهه تان |

| نمبر | اصطلاح | معانيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| | | پاڻ ۾ "پيا ڏند" ڏين. |
| 120- | ڏاند ڏهڻ | نا اميد ٿيڻ [ڪنجوس ماڻهوءَ کان پئسي ملڻ جي اميد رکڻ "ڏاند ڏهڻ" جي برابر آهي. |
| 121- | رت ڪرڻ | بيزار ڪرڻ [بي فرمان اولاد هر وقت پنهنجي والدين کي "رت ڪرڻ" جو سبب بڻجي ٿي. |
| 122- | روح ڦوڪڻ | همٿائڻ [ڪامل استاد، شاگرد ۾ صحيح تعليم جو "روح ڦوڪي" ٿو. |
| 123- | رنگ لائڻ | روشن ڪرڻ - زنده رکڻ حضرت امام حسين عليه السلام جن جي اسلام خاطر ڏنل قرباني هميشه "رنگ لائيندي" رهندي |
| 124- | رڍ اڳيان رباب وڄائڻ | بي عقل اڳيان عقل جون ڳالهيون ڇوڻ [بيوقوف کي عقل جي ڳالهه ٻڌائڻ ائين آهي جيئن "رڍ اڳيان رباب وڄائڻ" |

| نمبر | اصطلاح | معنيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| -125 | زبان کي پاڙي ڏيڻ | انجام پورو ڪرڻ [شريف انسان هر وقت ، پنهنجي "زبان کي پاڙي ڏيندو" آهي |
| -126 | زندگي زهر ٿيڻ | حياتي مان بيزار ٿيڻ [ ظالم حاڪم سبب رعيت جي "زندگي زهر ٿئي" ٿي. |
| -127 | سر کپائڻ | پريشان ڪرڻ [ حميد اجايو سجايو بيهو منهنجو "سر کپائي" |
| -128 | سڻائو واءُ لڳڻ | قسمت چڱي ٿيڻ [نيڪ انسان کي، جڏهن "سڻائو واءُ لڳندو" آهي ته هو رب پاڪ جو شڪرانو ادا ڪندو آهي. |
| -129 | سوٽي ڏيڻ | ڪجھ پئسا ! اڳواٽ ڏيڻ "سوٽي ڏيڻ" ڪري واپار جو طريقو آسان رهي ٿو. |
| -130 | سونو سج ابرڻ | ڀاڳ کلڻ [گلڻ ويچاري کي پٽ ڄمڻ بعد مٿس "سونو سج ابريو" آهي. |
| -131 | سونو نڪ وڃهڻ | وڏي عزت ڏيڻ [ نيڪ اولاد |

| نمبر | اصطلاح | معنيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| | | والدين لاءِ "سونو نڪ وجهڻ" برابر آهي. |
| -132 | سوڙهو ٿيڻ | تنگ ٿيڻ [سليم ۽ زلف گهرو اختلافن سبب پاڻ ۾ ڏاڍو "سوڙها ٿيا" |
| -133 | سانگي صرفو ڪرڻ | قناعت سان خرچ ڪرڻ [جيڪو انسان زندگي "سانگي صرفي" سان گذاري ٿو سو سدائين سک ڏسندو |
| -134 | سر تريءَ تي رکڻ | موت لاءِ تيار ٿيڻ [ خدا جا پيارا پاڻها الله تعاليٰ کي راضي رکڻ لاءِ پنهنجو "سر تريءَ تي رکڻ" کي وڌيڪ ترجيح ڏيندا آهن. |
| -135 | سيڪ اچڻ | ايذاءَ اچڻ - ڏک ملڻ [توکي پاءُ جو "سيڪ اچي" ٿو باقي هن ويچاري گناه ڪيو. |
| -136 | ساک پرڻ | ويساه ڏيڻ [ادا منهنجو ته تي اعتبار آهي ، تون اجايو پيو "ساک پرين". |

| نمبر | اصطلاح | معنيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
| --- | --- | --- |
| 137- | شب ۾ رکڻ | لڪائڻ (ڳالهه) ڏيڻي! شاهن پنهنجي ڀاءُ جي شاهدي "شب ۾ رکي" ڇڏي. |
| 138- | شرف حاصل ڪرڻ | عزت ملڻ [رشيد پنهنجي بلند اخلاقيءَ سبب ڪيڏو نه "شرف حاصل ڪيو" آهي. |
| 139- | شيئهن کلهي چڙهڻ | مڙس جي حوالي ڪرڻ] بالغ نياڻيءَ کي " شيئهن کلهي چاڙهڻ" سنت آهي. |
| 140- | صاف ڳالهائڻ | نيڪ نيتيءَ سان چوڻ [شريف انسان هميشه " صاف ڳالهه چوندا" آهن. |
| 141- | طوق وجهڻ | لعنت ڪرڻ [ظالم انسان کي سڀکو ظاهري توڙي باطني لعنت جو " طوق وجهندو " رهندو آهي. |
| 142- | طاقت سارو هلڻ | وت سارو هلڻ ["طاقت سارو هلڻ " سان هر انسان پنهنجي زندگي ڪامياب گذاري |

| نمبر | اصطلاح | معانيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| | | سگهي ٿو. |
| 143- | طاق لڳڻ | پريشان ٿيڻ [امين جا "طاق لڳي" ويا، جڏهن پنهنجي عزيز جي موت جي خبر پڌائين |
| 144- | عيب ڪڍڻ | ٻئي جي بچار ڪرڻ [ٻئي جا "عيب ڪڍڻ" ڄڻ مئي ڀاءُ جي گوشت کائڻ برابر آهي. |
| 145- | ڦات کائڻ | راز کولڻ [علي شير ڳالهه نه رکي سگهيو نيٺ هن "ڦات کاڌو" |
| 146- | ڦاٽوڙو ڍهل ٿيڻ | دل ۾ نه ڇپائڻ (ڳالهه) گلشن "ڦاٽوڙو ڍهل" آهي هر ڳالهه منهن تي چئي ڏيندو آهي. |
| 147- | فاقا ڪڍڻ | بکون ڪٽڻ [درويش تزڪيه نفس خاطر "فاقا ڪڍندا آهن |
| 148- | ڦٽن تي لوڻ ٻرڪڻ | پريشانيءَ ۾ اضافو ڪرڻ [ڳالهه ٻن ڌرين کي ناهڪ بدران ويتر "ڦٽن تي لوڻ ٻرڪڻ" جو ڪم ڪيو. |

| نمبر | اصطلاح | معنائن ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| -149 | ڦـڙيءَ ڦـڙيءَ تلاءُ ٿيڻ | آهستي آهـستي واڌارو ٿـيڻ سليم! " ڦڙيءَ ڦڙيءَ تلاءُ " وانـگر پئسو پئسو گـڏي، پنهنجي خـوشحاليءَ ۾ واڌارو آندو آهي. |
| -150 | قلعي کلڻ | ظاهر ٿيڻ [اصغر نيٺ پنهنجي "قلعي کولي" ڳالهه رکي نه سگهيو. |
| -151 | قربُ ۾ قيد ٿيڻ | محبت ۾ ڦـاسڻ [رسول بخش ايترو ته قابل آهي، جو هڪ دفعو ساڻس گفتگو ٿيو ته اهو سندس "قيد ۾ قابو ٿي" ويندو |
| -152 | کاپاري ڏک لڳڻ | وڏو نقصان ٿيڻ [علي شير کي ڌنـڌي ۾ وڏي نـقصان سبب کيس "کاپاري ڏک" لڳو آهي |
| -153 | ڪڻ تيل نه نڪرڻ | نتيجو نـه نڪرڻ [شاهن جي ڳالهه ٻولهه مان ڪوبه " ڪڻ تيل نه نڪتو" آهي. |

| نمبر | اصطلاح | معنائون ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| -154 | ڪلهي ڪانڌي ٿيڻ | تڪليف ۾ همدرد ٿيڻ [نيڪ انسان، ٻئي ڪسي "ڪلهي ڪانڌي ٿيڻ" کي پنهنجي خوشي محسوس ڪندا آهن. |
| -155 | ڪن لاڏاري ڪرڻ | ٻڌڻ جي باوجود نه ٻڌڻ [روشن جي ڏاڍي خراب عادت آهي، جو هو موقعي محل تي ڪن لاتاري ڪندو آهي. |
| -156 | ڪچي ڦاڙڻ | سوچي قدم کڻڻ [جيڪو انسان "ڪچي ڦاڙي" زندگي گذاري ٿو اهو سدائين سکيو رهندو. |
| -157 | ڪپڙن ۾ نه ماپڻ | ڏاڍو خوش ٿيڻ [سومر امتحان ۾ ڪامياب ٿيڻ سبب "ڪپڙن ۾ نٿو ماپي." |
| -158 | ڪنڌ مٿي کڻڻ | شان سان هلڻ [سچو انسان سدائين "ڪنڌ مٿي کڻي" هلندو آهي. |

| نمبر | اصطلاح | معانيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| 159 | ڪشالا ڪڍڻ | ڏک سهڻ [ جيڪو ماڻهو مضيبت ۾ صبر سان "ڪشالا ڪيندو" آهي اهو آخر ڪامياب ٿيندو آهي. |
| -160 | ڪسرون ڪڍڻ | ويرُ وٺڻ [وريام جيڪڏهن منهنجي واري ۾ آيو، ته هن کان ضرور "ڪسرون ڪيندم" |
| -161 | ڪن ڪڙا ڪرڻ | هوشيار ٿيڻ [ اوچتي آواز منهنجا "ڪن ڪڙا ڪري" ڇڏيا |
| -162 | ڪاڻ ڪڍڻ | محتاج ٿيڻ [ خود دار ماڻهو ڪنهنجي "ڪاڻ ڪڍڻ" عيب سمجهندو آهي. |
| -163 | ڪر ڪڍڻ | غرور ٿيڻ [ نسيم هيئر ڇڻن پئسن سبب "ڪر ڪڍي" رهيو آهي |
| -164 | ڪانڀ ڪرڻ | وڏائي ڪرڻ [موتي کي جتي ڏسو جتي "ڪانڀ ڪندي" بيٺو آهي. |
| -165 | ڪکر ۾ ڪڙو هڻڻ | جهڳڙو وڌائڻ [محراب جي |

| نمبر | اصطلاح | معنائون ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| | | عادت ٿي آهي " ککر ۾ ڪڙو هڻڻ " |
| 166- | ڪير ڪنڌ ٽيڙڻ | خوش ٿيڻ ( پاڻ ۾ ) ] هرهڪ انسان کي ٻئي سان " ڪير ڪنڌ ٽي" هلڻ ڪري فائدو آهي . |
| 167- | گاڏو گهلڻ | وقت گذارڻ ] روشن علي باوجود وڏي عمر جي پنهنجو " گاڏو گهلي " رهيو آهي . |
| 168- | گوڏو پيچڻ | ويهڻ ] احمد بخش جتي ٻه ماڻهو واقعڪار ڏسي ٿو اتي " گوڏو پيچي " پيو . |
| 169- | گل ڪرڻ | وسائڻ ] شاه محمد هينئر سمهڻ جو وقت ٿيو آهي بتي " گل ڪري " ڇڏ . |
| 170- | گهر باري ڏياري ڪرڻ . | سيڪجهه وڃائڻ ] روشن لاء " گهر باري ڏياري ڪرڻ " آسان آهي ڇاڪاڻ ته هن کي پنهنجي سمجهه ڪونهي . |

| نمبر | اصطلاح | معانيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| 171- | ڳچ ڳارڻ | ڏاڍو روئڻ ] خير محمد خواه مخواه پيو پنهنجا "ڳچ ڳاري" جيڪو مقدر ۾ لکيل هوندو اهوئي ٿيندو. |
| 172- | ڳيرا ڳارڻ | پريشان ڪرڻ ] سومر غلط ڪم ڪري پنهنجا "ڳيرا ڳاري" ڇڏيا. |
| 173- | ڳل پوڻ | ڇنبڙي پوڻ [ علي شير مون کي خواه مخواه پيو "ڳل پوي" جيڪو ٿيڻو هو سو ٿي ويو. |
| 174- | ڳوڙهو ٿيڻ | برباد ٿيڻ [علي حسن جو "ڳوڙهو ٿيڻ" فائدي مند ثابت ٿيو، ورنه فيصلو سندس خلاف وڃي ها! |
| 175- | لانگ وراڻ | آڙائي ڪرڻ [قصور علي حسن جو، حاتم خواه مخواه سومر تي پيو "لانگ ورائي". |

| نمبر | اصطلاح | معانيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| 176- | لوچي لهڻ | محنت سان حاصل ڪرڻ پنهنجي روزي ”لوچي لهڻ“ سان انسان ۾ خودداري پيدا ٿئي ٿي |
| 177- | لاها چاڙها ڏسڻ | تڪليفون سهڻ [ عزيز احمد زماني جا ڏيا ” لاها چاڙها“ ڏٺا آهن. |
| 178- | من مارڻ | غريب تي گذارڻ [ دنوي زندگيءَ ۾ ، جنهن پنهنجو ”من ماريو“ آخرت ۾ اهوئي ڪامياب ٿيندو. |
| 179- | منهن پٽ سان لڳڻ | پڇتائڻ [رشيد جو جڏهن ”منهن پٽ سان لڳو“ تڏهن بس ڪيائين نہ تہ هوڏ ڪيون بيٺو هو. |
| 180- | متيون منجهڻ | سمجهہ خطا ٿيڻ [نواب جون ”متيون منجهي“ ويون، جڏهن چور پنهنجي گهر ۾ ڏٺائين. |
| 181- | من وڌائڻ | خراب ڪرڻ [ نندي ٻار جو ”من وڌائڻ“ نہ گهرجي ورنہ خراب ٿيندو. |

| نمبر | اصطلاح | معنيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| 182- | مٿا ھونا ھڻڻ | ڏاڍي ڪوشش ونڻ [گلڻ ڏاڍا "مٿا مونا هنيا" مگر حاصل ڪجهه به نه ٿيس. |
| 183- | مراد ماڻڻ | مطلب پورو ڪرڻ [" مراد ماڻڻ" آسان ڪم ڪونهي ان لاءِ ادب، اخلاق ۽ محنت جي ضرورت آهي. |
| 184- | موزن ۾ منهن پائڻ | شريف ٿي گذارڻ [نيڪ انسان " موزن ۾ منهن پائڻ " کي وڌيڪ پسند ڪندو آهي. |
| 185- | نڪ ۾ دم ڪرڻ | پريشان ڪرڻ [ سومر، ڏني کي هرروز " نڪ ۾ دم ڪري " ڏنو آهي |
| 186- | نيچ ٿيڻ | خوار ٿيڻ [انسان کي اهڙو ڪڏو ڪم نه ڪرڻ گهرجي، جنهن سان هن کي " نيچ ٿيڻو " پوي. |
| 187- | نقش قدم تي هلڻ | فرمانبرداري ڪرڻ [ بزرگن جي "نقش قدم تي هلڻ" سان |

| نمبر | اصطلاح | معانيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| | | اسان کي ٻہ فائدا آهن دنيا ۾ ٻہ ۽ آخرت ۾ ٻہ |
| 188- | واءُ سڻائو لڳڻ | ٻخت کلڻ [نور محمد کي اهڙو تہ "واءُ سڻائو لڳو" آهي جو جنهن ٻہ ڪم ۾ هٿ وجهي ٿو تہ فائدوئي فائدو اٿس |
| 189- | وايون ولڙيون ٿيڻ | بي سمجهہ ٿيڻ [ خميسي کي اوچتي نقصان سبب سندس "وايون ولڙيون ٿيڻ" لڳيون. |
| 190- | هنجون هارڻ | ڏاڍو روئڻ [ رستم پٽ جي غم سبب " هنجون هارڻ " لڳو آهي. |
| 191- | هٿ پير هڻڻ | ڪوشش ڪرڻ [پيسائو آءُ "هٿ پير هڻان" ٿو، جيڪڏهن پيسو ملي ويو تہ، تنهنجو ضرور ڪم ڪندس. |
| 192- | هڪ سچ ۾ پاڇا | هڪ جهڙو نہ ٿيڻ [ انسان جو ياڳ "هڪ سچ ۾ پاڇا" |

| نمبر | اصطلاح | معنيٰ ۽ جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| | | جي برابر آهي. |
| 193- | هٿ ڦاڙ ٿيڻ | اجايو خرچ ڪرڻ [ "هٿ ڦاڙ ٿيڻ" واري کي اسلام سخت تنبيهه ڪري ٿو. |
| 194- | هٿيءَ سارو هوڪو ڏيڻ | وٽ آهر هلڻ [ سوڙ آهر پير ڊگهيرجن يا "هٿيءَ سارو هوڪو ڏيڻ" بهتر آهي. |
| 195- | هٿ ڪرڻ | وڏائي ڪرڻ ["هٿ ڪرڻ" واري کي معاشري ۾ عزت جي نگاهه سان نه ٿو ڏٺو وڃي. |
| 196- | هٿ رکڻ | ديک ڀال ڪرڻ [ غريب ۽ يتيم تي "هٿ رکڻ" ڪري الله پاڪ جي خوشنودي حاصل ٿئي ٿي. |
| 197- | ياري باشي ڪرڻ | دوستي وڌائڻ [ اڄڪلهه جي "ياري باشي ڪرڻ" سان فائدي کان گهڻو نقصان آهي. |

# اشتقاق
# Ety Mology

”اشتقاق“ هيءُ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي ، جيڪو ”شق“ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي (چيرڻ ڦاڙڻ يا ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ) ڪنهن به لفظ جي بنيادي معنيٰ ظاهر ڪرڻ کي ”اشتقاق“ چئبو آهي.

مطلب ته ”اشتقاق“ ڪنهن ٻوليءَ جي لفظن کي پرکڻ ۽ سمجهڻ جي هڪ ”ڪسوٽي“ آهي، جنهن جي ذريعي ڪنهن به لفظ جو بنياد معلوم ڪري سگهجي ٿو.

ڪن جو خيال آهي تہ ، جيڪڏهن عربي لفظ جو ”اشتقاق“ ڪڍو هجي ته (يتسمنوا) يعني (ا - ت - س م - ن - و ۽ ي) وارا اکر ڪيڻ کان پوءِ جيڪو لفظ ٿهي اهو ان جو بنياد ٿيندو.

مثال:- ”اشتقاق“ مان مٿان ڄڻيل اکر ا - ت - ا ڪڍي ڇڏبا ته باقي ش - ق - ق بچندا ، جن مان ”شق“ لفظ ٺهيو، جنهن جي معنيٰ آهي ”چير“ تنهنڪري اشتقاق

جو مطلب تيو چيرڻ - ڦاڙڻ.

هيٺ اشتقاق معانيءَ ۽ سمجهاڻيءَ سميت پيش ڪجن ٿا

لفظن جي سمجهڻ لاءِ ۽ پڙهندڙن جي سهوليت لاءِ

تہ ، اهي لفظ ڪهڙيءَ ٻوليءَ جا آهن، ان لاءِ عربي لفظ جي اڳيان ( ع ) فارسي لفظ جي آڏو ( ف ) سنسڪرت لفظ جي اڳيان (س) هندي لفظ جي اڳيان (ه) ۽ انگريزي لفظ جي اڳيان ( انگ ) لکيا ويا آهن ، تہ جيئن پڙهندڙ لفظن کي بخوبي سمجهي سگهن.





| لفظ | اشتقاق ۽ معنيٰ |
| --- | --- |
| 1- الله پاڪ (ع) | [الله=خداپاڪ جو ذاتي اسم مبارڪ پاڪ=مقدس] سڀني شين کان پاڪ خدا ـ ڏڻي تعاليٰ - بي نياز |
| 2- اپائڻهار (س) | [اپائڻ=پيدا ڪرڻ+هار=وارو] پيدا ڪندڙ ـ الله تعاليٰ |
| 3- آبشار (ف) | [آب=پاڻي+شاريدن=تيز آواز سان هيٺ ڪرڻ] جبل تان هيٺ ڪرندڙ قدرتي پاڻي. |
| 4- آبادگار (ف) | [آباد=ساوڪ ـ سائي گار=وارو] ساوڪ پيدا ڪرڻ وارو ـ هاري |
| 5- آبدوز (ف) | [آب پاڻي+دوز=دوختن](مصدر) سبڻ يا چهڻ وارو] پاڻيءَ اندر هلندڙ ڪشتي، جيڪا پاڻيءَ ۾ اندر وڃي وڏن جهازن کي نقصان رسائي ٻوڙيندي آهي. |
| 6- آبپاشي (ف) | آب = پاڻي + پاش = پاشيدن چڻڪارڻ - آلو ڪرڻ] زمين يا پوک کي ملندڙ پاڻي. |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنيٰ |
|---|---|
| 7- آبهوا (ف-ع) | [آب (ف)=پاڻي + هوا (ع) فضا] پاڻي ۽ هوا، موسم مطابق هوا، مثال:- گرم، سرد، خزان ۽ بهار |
| 8- آبدار (ف) | [آب=پاڻي + دار=داشتن - رکڻ] داروغو يا اهو ماڻهو، جيڪو پاڻي جي انتظام تي مقرر ٿيل هجي- |
| 9- آدم خور (ع+ف) | [آدم(ع)=انسان خور(ف) خوردن کائڻ] انسان يا ماڻهو کائيندڙ هيبت ناڪ - وحشي. |
| 10- ابن الوقت (ع) | [ابن=پٽ+ال=جو+وقت=مهل وقت يا موقعي ۽ مهل جو پٽ موقعي پرست - هوشيار ۽ زماني گشتو. |
| 11- استقبال (ع) | [قبل=قريب ٿيڻ] مرحبا لاءِ قريب يا ويجهو ٿيڻ. |
| 12- استحڪام (ع) | [حڪم=محڪم - مضبوط ٿيڻ] مضبوطي. |
| 13- اشرف المخلوقات (ع) | [شرف عزت ڏيڻ+خلق خلقڻ] پيدا ڪرڻ سڀ خلق ڪان وڏيڪ |

| لفظ | اشتقاق ۽ معانيٰ |
|---|---|
| | عزت واري شيء - انسان |
| 14- اصلاح (ع) | [صلح=سڌارو ڪرڻ - ٺاهه ڪرڻ] ٺاهه - سڌارو - امن امان. |
| 15- اڪيچار | [اڪو=نه+پار=پرين پر - بي حد] تمام گهڻا - بيشمار. |
| 16- ام الڪتاب (ع) | [ ام = ماءُ + ال جي+ڪتاب+ ڪتاب ] ڪتاب جي ماءُ يعاني] سڀني ڪتابن کان وڌيڪ مقدس ڪتاب - قرآن مجيد - آسماني ڪتاب. |
| 17- انحراف (ع) | [ حرف=ڦيرائڻ ] منهن ڦيريندڙ انڪار ڪندڙ |
| 18- آمدورفت (ع) | [آمد=آمدن=اچڻ + و=۽+رفت رفتن=وڃڻ] اچڻ ۽ وڃڻ جو هنڌ يا اچ وڃ جي جاء |
| 19- اهلبيت (ع) | [اهل=ڪٽنب - ياٽي - عزيز+بيت گهر - جاء] گهر جا ياٽي هي لفظ خاص طرح نبي سڳوري جن جي گهر جي ياٽين يا عزيزن ڏانهن |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنائون |
|---|---|
| | منسوب ڪيو ويندو آهي - اهلبيت سادات |
| 20- انعام (ع) | [ نعم=عطا ڪرڻ - بخشڻ ] عطا ڪيل - بخشيش |
| 21- ايماندار (ع+ف) | [ايمان(ع) = يقين - ڀروسو+دار(ف) داشتن=رکڻ] ڀروسو ڪيل - سچو |
| 22- ايامڪاري | [يوم(ع)=ڏينهن وقت+ڪار(ف) ڪم - مشغولي ] ڪم ڪار وارا ڏينهن - مشغوليءَ وارو وقت |
| 23- بالادست(ف) | [بالا=اوچو - مٿاهون+دست=هٿ] اوچو هٿ - حاڪم - حڪم هلائيندڙ |
| 24- بت‌شڪن.ف | [بت = بدن يا جسم + شڪن شڪستن ٽوڙڻ - ڀڃڻ] بت ڀڃندڙ يا ڀڃيندڙ |
| 25- بد حواس ف+ع | [بد(ف)=ڪنو، خراب + حواس(ع) سمجهه - شعور] خراب سمجهه رکندڙ بي وقوف |
| 26- برآمد (ف) | [بر = ٻاهر، ڏورانهن + آمد-آمدن اچڻ] ملڪ کان ٻاهر شين جي روانگي. |

| لفظ | اشتقاق ۽ معانيٰ |
|---|---|
| 27- بدمعاش (ف+ع) | [ بد(ف) بڇڙو، ڪنو + معاش(ع) زندگي - رزق، روزي] خراب زندگي گذارڻ وارو يا بڇري روزي ڪمائڻ وارو |
| 28- برعڪس (ف+ع) | بر(ف) مٿي - تي + عڪس=سايو پاڇو ] ابتو - الٽو. |
| 29- بغداد (ف) | [ باغ=باغ + داد=انصاف ] انصاف وارو باغ، عراق ملڪ ۾ هڪ مشهور شهر جو نالو ، جتي حضرت غوث پاڪ جو روضو مبارڪ پڻ آهي. هتي ڪنهن زماني ۾ ، نوشيروان بادشاه مظلوم طبقي جي داد رسي ڪندو هو، جنهن ڪري مٿس نالو "باغ داد" پيو، ان بعد هلاڪو بادشاه هن هنڌ قتل عام ڪرايو ان ظلم سببان ماڻهن جي زبان تي "بغداد" جو آواز پئي آيو ، جنهن ڪري انهيءَ نالي پٺيان شهر تعمير تي ويو. |
| 30- بلاشڪ (ع) | [ب=سان + لا = نه + شڪ = وهم |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنيٰ |
|---|---|
| | گمان ] وهم کان سواءِ يقين ۽ خاطريءَ سان |
| 31- بند و بست (ف) | بند=سوچ ۽ فڪر +بست=ٻڌڻ] فڪر ۾ ٻڌل - سوچ مطابق ڪم يعني انتظام. |
| 32- بيت الخلاء ع | بيت=جاءِ+ال=جو+خلا=خالي جاءِ ] ضرورت حاجت واري جاءِ يعني ڪاڪوس. |
| 33- بيت الحرام (ع) | [ بيت=جاءِ+حرام=پاڪ ] پاڪ جاءِ الله پاڪ جو مقدس گهر ڪعبت الله، جيڪو عربستان جي شهر مڪي پاڪ ۾ آهي. |
| 34- بيت الله (ع) | [ بيت=جاءِ+الله=خداپاڪ ] خدا پاڪ جي جاءِ يعني ڪعبت الله |
| 35- بيت المقدس (ع) | [بيت=جاءِ+مقدس=پاڪ]پاڪ جاءِ مسلمانن جو ٻهريون قبلو، جيڪو هن وقت اسرائيل جي قبضي ۾ آهي |
| 36- بيت المال [ع] | [بيت=جاءِ ال=جو+مال-دولت دولت جي گڏ ڪرڻ واري جاءِ |

| لفظ | اشتقاق ۽ معانيِ |
| --- | --- |
| | سرڪاري خزانو - عوامي ملڪيت |
| 37- بيشمار (ف) | [ بي = سواءِ + شمار = ڳاڻاپو ] ڳڻپ کان سواءِ جيڪا شيءِ ڳڻپ کان وڌيڪ هجي يعني تمام گهڻي. |
| 38- بين الاقوامي (ع) | [ بين = وچ + ال = جو + قوم = جمع افراد] يعني مختلف قومن جو وچ يا مرڪزي اداره |
| 39- بينظير (ف+ع) | [بي (ف) سواءِ + نظير (ع) مثال - مثل] لاثاني جنهن جو ڪوبه مٽ نه هجي - بي مثل. |
| 40- بيمثال (ف) | [ بي = سواءِ + مثال = نمونو ] جنهن جهڙو ٻيو نمونو نه هجي - نهايت دلڪش |
| 41- ٻاجهارو (س) | [ٻاجه رحم - ترس + وارو] رحم ۽ ترس وارو. |
| 42- تجربيڪار (ع+ف) | [ تجربه (ع) آزمودو + ڪار (ف) ڪم، مشغولي] آزمودو رکندڙ - ماهر |
| 43- تحت الثري (ع) | [تحت = هيٺان + ال = جي + ثري] ذريءَ جي هيٺان - ترو |

| لفظ | اشتقاق ۽ معانيٰ |
|---|---|
| 44- ترتيبوار (ع + ف) | [ ترتيب ( ع ) سلسلي يا سلسلو وار(ف)وانگر] سلسليوار. |
| 45- تخت گاهه (ف) | [تخت=مسند - ويهڪ + گاه - جاءِ] بادشاه جي ويهڻ واري جاءِ دارالحڪومت - گاديءَ جو هنڌ |
| 46- ترقي يافته (ف) | [ترقي=واڌ - بلندي - اضافو + يافته لهندڙ ترقي، ڪيل بلندي وارو. |
| 47- ترقي پذير (ف) | [ترقي=بلندي - اضافو + پزير=قبول ڪندڙ - وڌندڙ اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪندڙ. |
| 48- ترجيح (ع) | [ رجح فوقيت ڏيڻ ] برتري بلند درجو. |
| 49- تعليم (ع) | [علم=واقف ٿيڻ - ڄاڻ رکڻ ] علم جي واقفيت يا ڄاڻ. |
| 50- تندرستي (ف) | [تن=جسم + درست=برابر - صحيح] جسم يا بدن صحيح هجڻ - صحت مندي. |
| 51- تعمير (ع) | [ عمر=اڏڻ - ناهڻ ] ڪنهن جڳهه جي اڏاوت يا ناهڻ. |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنيٰ |
| --- | --- |
| 52- ٽيڪنالاجي (انگريزي) | [ٽيڪنڪ **Technic** = ڪاريگري لاجڪ **Logic** سبب يا اسباب جي ڄاڻ ] اسباب واري ڪاريگري علم ڪاريگري. |
| 53- پاسپورٽ (انگريزي) | [پا - **Pass** = اجازت - لنگهه + پورٽ بندر] اجازت نامو - گذرنامو - سند |
| 54- پاڪستان [ف] | [ پاڪ = مقدس - صاف + ستان = **جاءِ** هنڌ ] مسلمانن جي رهڻ جو هنڌ يا مسلمانن جي ملڪ جو نالو ] پاڪستان. |
| 55- پرده نشين [ف] | [پرده = نقاب - ڍڪ + نشين - نشستن ويهڻ يا رهڻ] ستروارِي - پاڪدامن |
| 56- پائدار [ف] | [ پا = پير بنياد - پاڙ + دار - داشتن رکڻ ] بنياد تي رکيل مستحڪم مضبوط. |
| 57- پسگردائي [ف] | پس = پويان + گرد - گرديدن = ڦرڻ هلڻ ] پويان هلڻ يا ڦرڻ يعني چوطرف ڪان ويجهڙائي وارو حصو يا پاڳو. |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنائي |
| --- | --- |
| 58- پيچرو [ف] | [پا = پير + چاره = گذر - رستو] پيرن هاڻ جيترو رستو يا گذر. |
| 59- پيشنگوئي [ف] | [پيش = اڳ يا اڳياڙ + گو - گفتن ڳالهائڻ - ٻڌائڻ] اڳوات ٻڌائڻ اڳڪٿي ڪرڻ. |
| 60- پيغمبر [ف] | [پيغام = نياپو - خبر + بر - بردن - کڻڻ نياپو کڻي ايندڙ الله پاڪ جو خاص ٻانهو نبي يا رسول. |
| 61- جستجو [ف] | [جست - جستن = جاچ ڪرڻ تلاش ڪرڻ] جاچ تفتيش |
| 62- جد و جهد [ف] | [جد = ڪوشش + و = ۽ + جهد = محنت - ڪوشش] سخت محنت سان ڪوشش ڪرڻ. |
| 63- جهان آرا [ف] | جهان = دنيا - ڪائنات + آرا - آراستن اجارڻ - سينگارڻ] سڄي ڪائنات کي سينگاريندڙ - نهايت خوبصورت عورت. |
| 64- جوڌپور (هم + ف) | [جوڌو[هم] پهلوان - بهادر + پور[ف] پريل - آباد] پهلوانن يا بهادرن جي |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنائي |
|---|---|
| | آبادي يا بستي - هندستان ۾ مشهور شهر جو نالو. |
| 65- چشم پوشي (ف) | [چشم = اک - نظر + پوش - پوشيدن لڪڻ - ڍڪڻ] اک يا نظر کي ڍڪڻ يعني ٻئي جي عيب جوئي کان پاسو ڪرڻ. |
| 66- چوماسو (هه+س) | [چو(هه) چار + ماس(سن) = مهينو] چار مهينن واري مند يا موسم، هن مند ۾ هندستان ۾ لڳاتار بارش پوندي آهي. |
| 67- حال ڀائي (ع+هه) | [حال ع = حالت - موجودگي + ڀائي (هه) ڀاءُ - سنگتي - ساٿي] ڏک سک ۾ ساٿ ڏيندڙ همدرد |
| 68- حفاظت (ع) | [حفظ سنڀالڻ - نظر رکڻ] سنڀال نظر |
| 69- حيرت انگيز (ع+ف) | [حيرت (ع) عجب - پريشاني + انگيز (ف) انگيختن = اڀو ڪرڻ - کڙو ڪرڻ] حيرت ۾ وجهندڙ خبر |

| اشتقاق ۽ معانيٰ | لفظ |
|---|---|
| [خان (ت) سردار - بزرگ - امير + گاهه جاءِ] سردار يا بزرگ جي جاءِ روضو - مقبرو | 70- خانگاه (ت+ف) |
| [خر (ف) نادان - بي سمجهه + دجال (ع) حق يا سچ لڪائيندڙ - دوکي باز (ايندڙ وقت ۾ هڪ "خرد جال" نالي ماڻهو پيدا ٿيندو، جيڪو اک کان ڪاڻو هوندو، جو ماڻهن جي ايمان کي ڦيرائڻ لاءِ (نعوذ بالله) خدائي دعوا ڪندو. | 71- خرد جال (ف+ع) |
| [خورد ننڍو - باريڪ + بين = نهارڻ ڏسڻ] ننڍڙيءَ شيءِ کي ڏسڻ جو اوزار | 72- خرد بيني (ف) |
| [خوب (ف) عمدو - سهڻو + صورت شڪل] سهڻي شڪل وارو حسين | 73- خوبصورت (ف+ع) |
| خود = پاڻ + ڪشي - ڪشتن = قتل ڪرڻ] پاڻ کي مارڻ - آپگهات ڪرڻ. | 74- خودڪشي (ف) |

| لفظ | اشتقاق ۽ معانيٰ |
| --- | --- |
| 75- خود غرض (ف+ع) | [خـود (ف) پاڻ + غرض (ع) مطلب پرواهہ] مطلبي پـرواهہ نہ رکندڙ |
| 76- خوشحالي (ف+ع) | [خوش (ف)چڱو ڀلو + حال(ع)حالت موجودگي ] شاهوڪاري آسودگي. |
| 77- خوفزده (ع+ف) | [خوف (ع) هيبت - ڀوءُ+زده - زدن مارڻ] هيبت يا دهشت جو ماريل. |
| 78- خوشگوار (ف) | [ خوش=چڱو+ گوار - گواريدن= وڻڻ - پسند هئڻ] دل کي وڻندڙ. |
| 79- خيرالبشر(ع) | [ خير= چڱو - سٺو + بشر = انسان ذات ] عظيم انسان - نبي سڀکان وڏو حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي ذات پاڪ . |
| 80- دارالسلطنت (ع) | [ دار= گهر - جڳهہ+ال=جي يا جو سلطنت=تخت - حڪومت - گاديءَ جو هنڌ - |
| 81- دارالشفا (ع) | [دار=جاءِ + ال =جو يا جي+شفا چڱڀلائي - تندرستي ] صحت جـو گهر يا شفاخانو |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنائون |
|---|---|
| 82- دارالعلوم (ع) | [دار=جاءِ+ال=جو+علوم=جمع علم جو - ڄاڻ - سبق] پڙهائي جو اسڪول - درسگاهه |
| 83- درسگاهه [ع+ف] | [درس[ع]سبق+گاهه[ف]جاءِ]پڙهائي جي جاءِ - مدرسو - اسڪول. |
| 84- دستخط [ف+ع] | [دست[ف]هٿ+خط[ع]اکر - تحرير هٿ سان لکيل اکر - صحيح. |
| 85- دستياب [ف] | [دست - هٿ+يـاب - يافتن=ملڻ لهڻ] حاصل ٿيڻ - هٿ لڳڻ. |
| 86- دلپذيـر [ف] | [دل=دل+پذير=پسند پوڻ] دل پسند - دل کي وڻندڙ. |
| 87- دسترس [ف] | [دست=هٿ+رس - رسيدن=هلڻ پهچڻ] هـٿ جي هلت - هـلندي پڄندي - با اثر |
| 88- دلڪش [ف] | [دل = دل + ڪش - ڪشيدن = ڪاهـڻ - ڇڪڻ] دل کي وڻندڙ دلپسند. |
| 89 دور انديشي [ف] | [دور=پري+انديش=فڪر رکندڙ] ڊگهي نظر رکندڙ - ڏاهو |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنائون |
|---|---|
| 90- ديوان (هه) | [ديو = وڏو - ديوتا + وان = مثل - جهڙو ] ديوتا جهڙو - هندو قوم جو فرد يا شخصيت . |
| 91- ذوالحج (ع) | [ ذو - = آقا - مالڪ + ال = جو + حج = نيـت ڪرڻ - چوڌاري ڦرڻ يا طـواف ڪرڻ مڪي پـاڪ ۾ بيت الله جـي چوڌاري طواف ڪرڻ وارو وقت . |
| 92- ذوالجناح(ع) | [ ذو = آقا - مالڪ + ال = جو + جناح = پـر - کنڀ ] پرن وارو گهوڙو يعاني اها سواري، جنهن جي ذريعي نبي سڳوري جن معراج طرف تشريف فرمائي . |
| 93- ذوالفقار (ع) | [ ذو = آقا - مالڪ + ال = جو + فقر = چيـرڻ - وڍڻ ] چيرڻ يا وڍڻ واري شيءِ تلـوار حضرت علي سائينءَ جن جي تلوار جو نالو . |
| 94- ذوالقرنين(ع) | [ ذو = آقا - مالڪ + ال = جو |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنائون |
|---|---|
| | قرن=سڱ . حد . صدي قرنين جمع سڱ يا صديون ] حضرت ذوالقرنين جو لقب ، جنهن جو ذڪر قرآن پاڪ ۾ آيل آهي، جنهن جي مشرق کان مغرب تائين بادشاهي هئي. |
| 95- راڄڌاني (هہ) | [ راڄ=تخت - حڪومت+ڌاني= هنڌ - جڳهہ ] حڪومت هلائڻ جي جاءِ - تخت گاهہ |
| 96- رسم الخط ـ ع | [ رسم=نمونو - صورت+ال=جو خط اکر يا تحرير] اکرن يا تحرير جو نمونو - صورتخطي. |
| 97- رفيق حيات (ع) | [رفيق = سنگتي - ساٿي + حيات = زندگي - حياتي] زندگيءَ جو ساٿي زال. |
| 98 رومال [ف] | [رو = صورت - منهن+مال - ماليدن اگهڻ يا مهٽڻ ] منهن اگهڻ وارو ڪپڙو. |
| 99- روپوش [ف] | [رو صورت - منهن+پوش - پوشيدن لڪڻ يا ڍڪڻ] لڪل منهن - گم |

| لفظ | اشتقاق ۽ معانيٰ |
|---|---|
| 100 رقمطراز ع - ف | [رقم (ع) لکيت - تحرير + طراز(ف) طرازيدن=نقش يا چٽسالي ڪرڻ] خوشنويس - تحرير جي چٽسالي ڪيندڙ. |
| 101- ريگستان [ف] | [ريگ = واري + ستان = جاء] واريءَ واري جاء يا هنڌ يعاني سنڌ ۾ ٿر وارو ڀاڱو. |
| 102- زربفت -ف | [زر = سون ، چاندي ۽ دولت + بفت - بافتن = اڻڻ ناهڻ سنهري ڪپڙو. |
| 103- زودرنج-ف | [ زود = جلد + رنج - رنجيدن ڏک ڏيڻ] بخيل - هلڪڙو |
| 104- سبڪدوش (ف) | [سبڪ = چست - هلڪڙو + دوش ڪلهو ] غير زميدار |
| 105- سبز پوش (ف) | [سبز = ساڙو - آباد + پوش پوشيدن = ڍڪڻ ] ساڱي پوشاڪ ڍڪيندڙ يعاني ملائڪ. |
| 106- سپاسنامون (ف) | [سپاس = ثنا - تعريف + نامہ= تحرير] تعريفي خط |

| اشتقاق ۽ معنائي | لفظ |
|---|---|
| [س = سٺو - عمدو + بند = بند] عمدو بند - چڱيءَ طرح مضبوط. | 107- سبند (هہ) |
| [ستم = ظلم - ڏاڍ + گر = ڪرڻ وارو] ظلم ڪرڻ وارو ظالم. | 108- ستمگر (ف) |
| سر = اوچو، طاقت، فڪر + بلند مٿاهون] اوچو فڪر رکڻ فخريہ. | 109- سربلندي (ف) |
| [سر (ف) = اوچو - مٿو + تاج(ع) چٽ] اوچو چٽ، مٿي جو چٽ سربراه - اڳواڻ - خاوند. | 110- سرتاج (ف+ع) |
| [سرخ = لعل + رو = منهن] لعل يا ڳاڙهي منهن وارو - خوش باعزت. | 111- سرخرو (ف) |
| [سر = مٿو + گردان - گردانيدن ڦرڻ يا ڦيرائڻ] مٿي جو ڦرڻ ذائلان - پريشان. | 112- سرگردان (ف) |
| [سر = مٿو - اوچو + نگون = الٽو - اونڌو] الٽو مٿو - نميل لڙيل، جهڪيل جهڪايو - شرمندو | 113- سرنگون(ف) |

| اشتقاق ۽ معنائون | لفظ |
| --- | --- |
| [سنگ = پٿر + دل = دل] پٿر دل سخت- ھٺيلو | 114- سنگدل(ف) |
| [سنگ = پٿر + سار = پريل، ڍِڪ] پٿرن سان پريل] شرعي قانون مطابق، زنا ڪندڙ کي سنگسار ڪيو ويندو آھي، يعني ايترا پٿر وسايا ويندا آھن جو ھن جو جسم جو وڏو حصو پورجي ويندو آھي. | 115- سنگسار(ف) |
| [شاھ = وڏو - ڏکيو + ڪار مقصد - ڪم] وڏو مقصد يا ڪارنامو | 116- شاھڪار(ف) |
| [شب (ف) = رات + قدر (ع) قدر واري - عزت واري] قرآن شريف جي ارشاد مطابق ھيءَ رات ھزار مھينن کان وڌيڪ ڀلاريءَ قدر واري آھي، ھيءَ متبرڪ رات رمضان شريف جي پوئين ڏھي ۾ اچي ٿي. | 117- شب قدر [ف+ع] |
| [شب = رات + برات = حڪم ارشاد] ارشاد ۽ حڪم ڪرڻ واري رات ھيءَ رات شعبان مھيني جي | 118- شب برات [ف] |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنيٰ |
|---|---|
| | ۱۵ تاريخ ۾ اچي ٿي، هن رات ۾ رزق جي ورهاست، گناهن ۽ ثواب جو دفتر ٿهي ٿو |
| 119- شب معراج [ف+ع] | [شب (ف) رات + عروج (ع) بلنديءَ طرف چڙهڻ] بلنديءَ يا مٿاهين چڙهڻ واري رات، هيءَ رات رجب مهيني جي ۲۷ تاريخ تي اچي ٿي هن رات ۾ الله پاڪ اسان جي پياري رسول حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن کي براق ذريعي آسماني سير ڪرايو ۽ ساڻن ملاقات جو شرف عطا ڪيو. |
| 120- شبنم (ف) | [شب = رات + نم = پسيل آلو] آلاڻ واري رات - ماڪ |
| 121- شمس العلماء [ع] | [شمس = سج - روشن + عالم = جمع عالم جو] گهڻن علمن جو ڄاڻو اديب - بزرگ - اسڪالر - عالم کي علم جي ذريعي روشن ڪندڙ |
| 122- شهنشاهه [ف] | [شاهه = بادشاهه + شاهه بادشاهه] عظيم بادشاهه |

| لفظ | اشتقاق ۽ معاني |
| --- | --- |
| 123- صلحنامو [ع+ف] | [صلح (ع) = ناهه ڪرڻ، نيڪ ڪم ڪرڻ + نامه (ف) تحرير خط-] تحرير ذريعي رضانامون يا صلح ڪرڻ. |
| 124- طبعزاد [ع+ف] | طبع (ع) = مزاج ـ طبيعت + زاد (ف) = پيدا ڪرڻ ـ جڻڻ] طبيعت کي پيدا ڪرڻ وارو ـ خوش مزاج ـ مذاقي مزاج. |
| 125- عالمگير [ع+ف] | [عالم (ع) دنيا ـ ڪائنات + گير (ف) گرفتن = قبضي ۾ ڪرڻ] دنيا يا ڪائنات قبضي ۾ ڪندڙ خوش خلق ـ اورنگزيب مغل بادشاه جو لقب |
| 126- عاليشان (ع) | [اعلي = بلند ـ وڏو + شان = عزت درجو] اعلي مرتبي وارو |
| 127- عظمت (ع) | [عظم = بزرگي ـ برتري] بزرگي برتري |
| 128- علمبردار [ع+ف] | [علم (ع) جهنڊو + بردار (ف) برداشتن کڻڻ] جهنڊو کڻي هلندڙ ليڊر ـ اڳواڻ |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنائون |
| --- | --- |
| 129- غمخوار [ع+ف] | [غم [ع] رنج - ڏک + خوار[ف] خوردن - کائڻ - نوش ڪرڻ] رنج يا ڏک کائڻ وارو - هڏ ڏوکي همدرد. |
| 130- فارغ التحصيل (ع) | [فارغ = خالي - نڪمٽو + حصل ملڻ - حاصل ٿيڻ] ڪو ڪم پورو ڪري واندو ٿيڻ - آزاد |
| 131- فرض شناسي (ع+ف | [فرض [ع] = تمام لازمي - خدا پاڪ جو حڪم + شناس [ف] سڃاڻڻ - واقف ٿيڻ - خدا پاڪ جي حڪم تي لازمي عمل ڪرڻ جوابداري محسوس ڪرڻ. |
| 132- فتنہ انگيز | [فتنہ [ع] فساد - جهگڙو + انگيز انگيختن = اٿارڻ - وڌائڻ ] جهيڙو وڌائيندڙ - جهيڙاڪار - لوفر - فسادي |
| 133- فلڪ شگاف [ع+ف] | فلڪ [ع] = آسمان + شگاف شگفتن = ڦاڙڻ - چيرڻ] آسمان کي ڦاڙيندڙ آواز - تمام وڏو آواز ڀيانڪ يا خوفناڪ آواز |

| لفظ | اشتقاق ۽ معانيٰ |
|---|---|
| 134. قائد اعظم (ع) | [قائد = حاڪم ـ اڳواڻ + اعظم سڀ کان وڏو] تمام وڏو اڳواڻ باني پاڪستان محمد علي جناح جو لقب. |
| 135- قرارداد [ع+ف] | [قرار(ع) سڪون ـ راحت ـ آرام + داد (ف) دادن = ڏيڻ] دليسڪون يا راحت ڏيندڙ ـ تجويز يا فيصلو. |
| 136- قدمبوسي [ع+ف] | [قدم [ع] پير + بوس ـ بوسيدن چمي ڏيڻ] پير کي چمي ڏيڻ ادب ۽ نوڙت ڪرڻ. |
| 137- قيامت (ع) | [قام ـ قيام = اٿي بيهڻ] الله پاڪ جي اڳيان حاضر بيهڻ ـ روز محشر |
| 138- قلمبند [ع+ف] | [قلم (ع) = لکڻ جي شيء + بند ـ بستن = ٻڌڻ] قلم سان لکيل ـ قلمي تحرير. |
| 139- ڪارساز [ف | [ڪار ـ ڪم + ساز ـ ساختن = ٺاهڻ بڻائڻ] ڪم بڻائيندڙ الله پاڪ |
| 140- ڪامياب [هہ+ف] | [ڪام (هہ) مطلب ـ مراد + ياب (ف) يافتن ـ لهڻ ـ لهڻ] مراد |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنائون |
|---|---|
| | ماٺيندڙ - سوڀ وارو |
| 141- ڪربلا (ع) | [ڪرب و بلا - ڪرب = رنج غم + بلا = مصيبت - مرض - آفت مصيبت واري جاءِ عراق ملڪ ۾ اهو هنڌ جتي حضرت امام حسين عليه السلام جن جي شهادت ٿي. |
| 142- ڪپتيو (س) | [ڪ = ڪنو - خراب + پت ويساهه - اعتبار] خراب - اعتبار وارو [illegible]. |
| 143- ڪفايت شعاري (ع) | [ڪفي = قناعت ڪرڻ + شعار ڍنگ - طريقو. |
| 144- ڪشمڪش (ف) | [ڪش - ڪشيدن = ڪاهڻ - ڇڪڻ م = نه + ڪش = ڇڪڻ] نه ڇڪڻ |
| 145- ڪوهستان (ف) | [ڪوهه جبل + ستان = جاءِ] جبلن جي جاءِ - جابلو علائقو صوبي سنڌ جو اولهه وارو ڀاڱو |
| 146- ڪوشان (ف) | [ڪوش - ڪوشيدن = محنت يا ڪوشش ڪرڻ] ڪوشش ڪندڙ هڏ ڏوکي. |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنائون |
|---|---|
| 147- ڪمخواب (ف) | [ڪم = گهٽ - ٿورو + خواب = خوابيدن = آرام ڪرڻ - سمهڻ ٿوري ننڊ ڪرائيندڙ - نيم خوابي هڪ قسم جو سنهري چمڪيدار ڪپڙو، جنهن جي پهرڻ سان (گرم هئڻ سبب) ننڊ گهٽ اچي ٿي. |
| 148- ڪهڪشان (ف) | [ڪهه = ستارا - تارا + ڪشان ڪشادن = کولڻ - ٽڙڻ] رات جي وقت ۾ اونداهيءَ ۾ ستارن جي جهرمر، جنهن جي ڏسڻ سان دل کي فرحت محسوس پئي ٿئي تارن جو ڇهڇٽو. |
| 149- گرد و نواح (ف+ع) | [گرد (ف) = چوڌاري ڦيرو + و = ۽ + نواح (ع) طرف] چئطرف چوڦيرو |
| 150- گلدستو (ف) | [گل = گل + دست = هٿ] هٿ ۾ جمع گل = گلن جو جهڳٽو |
| 151- گفتگو (ف) | [ گفت - گفتن = چوڻ - ڳالهائڻ |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنائون |
|---|---|
| 152- گلستان (ف) | [گل = گل + ستان + جاءِ] گلن جي جاءِ - باغ - باغيچو |
| 153- گوشہ نشين (ف) | [گوشہ = پاسائتو - ڪنڊ + نشين نشستن = ويهڻ - اچڻ] پاسائتو ويهڻ متقي - درويش. |
| 154- گلقند (ف) | [گل = گل + قند = کنڊ] گلن ۽ کنڊ مان ٺهيل شيءِ. |
| 155- گونا گون (ف) | [گون = رنگ + گون = رنگ] رنگ برنگي رنگ ٿي - رنگ طرح طرح جا رنگ. |
| 156- لاوارث (ع) | [لا = نہ + وارث = ملڪيت جو مالڪ] بي ڌڻي = نڌڻڪو |
| 157- لازوال [ع] | [لا = نہ + زوال = بربادي] فنا نہ ٿيندڙ شيءِ - الله تعاليٰ جي ذات پاڪ. |
| 158- لاچار [ف] | [لا = نہ + چاره = رستو - لنگهہ] هنڌ جو ڪوبہ ذريعو نہ هجي بيوس - مجبور. |
| 159- لبريز [ف] | [لب = چپ - ڪنارو + ريز |

| اشتقاق ۽ معنائون | لفظ |
| --- | --- |
| ريختن = هارڻ - وهائڻ ] ڪناري ڪان وهڻ - ڦهلبو - ٽمٽار - ڀرپور. | |
| [مايه = سرمايو - دولت + نـاز نازيدن = وڏائي ڪرڻ] دولت تي وڏائي ڪندڙ - مغرور | 160- مايہ ناز [ف] |
| [جهد = ڪوشش ڪرڻ] ڪوشش ڪندڙ - خـدا جي راهہ ۾ جـهاد ڪندڙ، | 161- مجاهد [ع] |
| [خـدم = خـدمت ڪرڻ ] جنهن جي خـدمت ۽ ادب ڪيو وڃـي درويش. | 162- مخدوم [ع] |
| [ حمد - ثنا - تعريف ] تعريف يـا ساراهہ ڪيل آخري نبي پاڪ جو اسم مبارڪ | 163- محمد [ع] |
| [مد (ف) = اڳيان + نظر [ع] نگاه ] نـگاه جي اڳيان اکين جي اڳيان. | 164- مد نظر |
| [ حب = محبت - سڪ ] جنهن شـيء سـان محبت هجي ] محبت | 165- محبوب [ع] |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنائي |
|---|---|
| | وارو پيارو. |
| 166- مرغوب [ع] | [ رغب = ڏيان ڏيڻ ـ لاڙو رکڻ ] جنهن ڏانهن تـــوجهه ڏجـي ـ پسند ڪيل. |
| 167- مشرڪ [ع] | [شرڪ = شريڪ ڪرڻ] الله پاڪ سان ٻيءَ شيءِ کي شريڪ ڪندڙ ڪافر. |
| 168- مصنف [ع] | [صنف = جوڙڻ ـ بنائڻ] ڪتاب جوڙيندڙ يـا بنائيندڙ ـ ليکڪ |
| 169- مشغول [ع] | [ شغل = ڪم ۾ رڌل ] ڪم ۾ مصروف ـ مصروفيت. |
| 170- مقصود [ع] | [قصد = پڪو ارادو ڪرڻ] پڪو خيال. |
| 171- مقروض[ع] | [قرض = اڌارو ڏيڻ ] جنهن شخص کي قـرض ڏنـو وڃي ـ قـرضدار |
| 172- معذور (ع) | [عذر = مجبوري ڪرڻ] مجبوري ڏيکارڻ وارو ـ لاچار |
| 173- مملڪت (ع) | [ملڪ = حڪومت] جمع ملڪ يا حڪومتون ـ بادشاهت |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنائون |
|---|---|
| 174- مھاڀاري (س) | [مھا = سردار - وڏو + ڀاري = ڳورو - مشڪل] وڏو يا مشڪل ڪم - وڏي لڙائي - عالمي جنگ |
| 175- مھتاب (ف) | [ماھ = چنڊ + تاب = روشن] چنڊ جھڙو روشن - خوبصورت. |
| 176- منصوبو (ع) | [نصب = رٿ قائم ڪرڻ] خيال قائم ڪرڻ. |
| 177- مؤلف | [الف = جمع ڪرڻ - گڏ ڪرڻ] گڏ ڪندڙ - جيڪو مختلف ڪتابن تان ادبي شيون چونڊي هڪ ڪتاب ۾ جمع ڪري - تاليف |
| 178- ميلادالنبي (ع) | [ميلاد = پيدائش يا ڄمڻ جو وقت + ال = جو + نبي - خبر ڏيڻ وارو - پيغمبر - رسول حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي پيدائش جو وقت تاريخ ١٢ ربيع الاول صبوح صادق. |
| 179- مؤرخ (ع) | [ارخ = تواريخ لکڻ] تواريخ لکندڙ يا ڄاڻيندڙ - تاريخدان |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنيٰ |
| --- | --- |
| 180- ناگزير (ف) | [نا = نه + گزير = ٽرڻ - چارو علاج] اڻ ٽر - لاعلاج - لاچار. |
| 181- نازنين (ف+هه) | [ناز = (ف) نازيدن = وڏائي ڪرڻ نخرو ڪرڻ + نين - نظر - ڏسڻ] آڪڙ ۽ نخرو ڪندڙ عورت - حسين خوبصورت. |
| 182- نصب العين (ع) | [نصب = قائم ڪرڻ + عين نظر - اک] نظر قائم ڪرڻ مقصد. |
| 183- نشست و برخواست (ف) | [نشست - نشستن = ويهڻ + و = ۽ + برخواست - برخواستن = اٿڻ - وڃڻ] اٿڻ ۽ ويهڻ جو طريقو يا نمونو. |
| 184- نقاب پوش (ع+ف) | [نقاب (ع) منهن جو ڍڪ + پوش - پوشيدن = پائڻ يا پهرڻ] منهن ڍڪيندڙ عورت - پرديدار. |
| 185- نگهداشت (ف) | [نگاهه = نظر + داشت - داشتن = رکڻ] نظر هيٺ - نظر ۾ رکيل. |
| 186- نونهال (ف) | [نو = تازو - نئون + نهال سهڻو |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنائون |
| --- | --- |
| 187- وحدت الوجود (ع) | [واحد = هڪڙو - اڪيلو - وحدت هيڪڙائي - ”الله تعاليٰ جي هستي“ + ال = جو - جي + وجود = ذات پاڪ - هستي.] اڪيلي خدا جي ذات پاڪ هستي صوفين جي هڪ ٽولي جو اهو عقيدو آهي تہ هر شيءِ خود خدا پاڻ آهي. |
| 188- وحدت الشهود (ع) | [واحد يا وحدت = هڪڙو - اڪيلو يا هيڪڙائي + ال = جو يا جي + شهود = حاضر هجڻ] الله تعاليٰ جو هر شيءِ ۾ موجود هجڻ] صوفين جي ٻئي ٽولي جو عقيدو آهي تہ هر شيءِ ۾ الله پاڪ جي ذات پاڪ موجود آهي. |
| 189- همدرد (ف) | [هم = ساڳيو + درد = ڏک - تڪليف] ساڳيو يا هڪجهڙو ڏک رکندڙ - ساٿي - مخلص هوندڙ - |

| لفظ | اشتقاق ۽ معنائون |
| --- | --- |
| 190- همسايہ (ف) | [ هم = ساڳيو + سايہ = پاڇو ـ عڪس] ساڳئي پاڇي ۾ گذاريندڙ = پاڙيسري |
| 191- هر دل عزيز (س+ف+ع) | [هر (س) هڪڙو هڪڙو = دل (ف) = دل + عزيز مڱث = پيارو] هر هڪ يا سڀني کي پيارو مقبول عام. |
| 192- همعصر (ف+ع) | [هم = ساڳيو + عصر = عمر ـ زمانو] ساڳئي زماني وارو همعمر |
| 193- ياد اشتنامو [ف] | ياد = ذهن ۾ ـ دانش ۾ ـ سمجهہ ۾ + داشت ـ داشتن = رکڻ + نامہ = تحرير ـ خط] ذهن ۾ رکڻ جهڙي تحرير ـ حافظو. |
| 194- يڪمشت | [يڪ هڪ + مشت = مٺ ـ مڪو ] هڪ مڪي ۾ ـ متفق |

# پـهـاڪا

# Proverbs

چند لفظن تي مشتمل جملو يا لفظن جو مجموعو جنهن ۾ نصيحت آموز نڪتا ۽ قيمتي قول، جيڪي درويشن، بزرگن، ڏاهن، عقلمندن ۽ سياڻن ماڻهن جي واتان نڪتل لفظن يا قولن کي "پهاڪو" چئجي ٿو.

اصطلاح يا پهاڪو، اسان جي ٻوليءَ جو هڪ بيبها خزانو آهي. اهي اهڙين آهن، جيئن ڪوزي ۾ بند ڪيل درياءُ چاڪاڻ ته لفظ ٿورا آهن، ليڪن انهن جي تشريح جامع ٿيندي آهي.

۲- اهي قيمتي قول، اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ نه صرف ترقي آڻين ٿا، ليڪن سونهن ۽ خوبصورتيءَ ۾ پڻ اضافو ڪن ٿا.

۳- اصطلاح وانگر "پهاڪي" کي پڻ ٻه معنائون ٿينديون آهن، هڪ "لفظي" معنيٰ ٻي "تشريحي" يا رواجي معنيٰ.

اصطلاح يا پهاڪي جو دارو مدار ٻيءَ يا ٻوڻين معانيءِ سان آهي.

مثال:- * استاد جي مار، ٻار جي سنوار *

لفظي معاني:- استاد جي مار ۾ شاگرد جو سڌارو آهي.

تشريحي معاني:- جيڪڏهن استاد، ڪنهن به شاگرد کي ڏوهي سمجهي ڪيس سزا ڏيندو ته ان لاءِ ۽ اها مار ڏاڍي فائدي واري ثابت ٿيندي.





| پهاڪا | لفظي ۽ تشريحي معنائن سميت |
|---|---|
| 1- آئي ٿانڊي ڪاڻ ٿي ٻوڙ چاڙهي | [پنهنجي ڪم لاءِ آئي ۽ مالڪ بڻجي ويٺي] جيڪو پنهنجي ڪم لاءِ اچي، ۽ اتي پناهه وٺي ۽ وري پاڻ کي ان جو مالڪ سڏائي ويهي رهي. (ان لاءِ مٿين چوڻي چئي وئي آهي) |
| 2- آويلو مهمان ٻڪائي پاڻ | [بي وقتو مهمان، ميزبان جي تڪليف جو سبب بڻبو آهي] گهر جي هلائڻ جي ذمي داري ۽ جوابداري عورت جي هٿ ۾ هوندي آهي، ڏينهن کان پوءِ رات اچي ٿي، جنهن ۾ هڪ ويلو ڪاڏو ڪائي پوءِ آرام جو وقت اچي ٿو ان وقت جيڪڏهن ڪو مهمان اچي ٿو ته، اهو وقت ميزبان لاءِ تڪليف جو سبب بڻجي ٿو جنهن ڪري ڏاهن اهو "محاورو" استعمال ڪيو آهي. |

| لفظي ۽ تشريحي معنيٰ سميت | پهاڪا |
| --- | --- |
| [عادتي ماڻهوءَ مان عادت نه ويندي آهي] جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ سان چڱائي ڪجي ته، هو ان جي بدلي ۾ اڪثر مدائي ڪندو آهي. | 3- اڻ ڄاڻن وٽ سان پڇجي، ان کي ڪاڻي |
| [اگهه پنهنجي پڄنديءَ تي ڏجي، پر تور گهٽ نه ڏجي] گراهڪ کان پئسا پيل، پنهنجي پڄنديءَ تي وٺجن، ليڪن تور ۾ ڏڀي هرگز نه ڪجي. | 4- اگهه ڪڻبو ڪاڻڄي، ڏر ڪڻبو ٽانڪي |
| [اهو ڪم ئي بيڪار آهي، جو فائدي بدران نقصان ڏئي] سون عورتن جو ڏاج آهي، اڪثر اهي ڪنن ۾ سون پائينديون آهن سون جي بار ڪري ڪنن کي نقصان رسندو آهي، تنهن ڪري اهڙو ڪم ڇو ڪجي جنهن مان فائدي کان گهڻو نقصان رسي. | 5- اهڙو سون ئي گهوريو جو ڪن ڇنِي. |

| پهاڪا | لفظي ۽ تشريحي معانيءَ سميت |
| --- | --- |
| 6- اڻ گهريو ماءُ به پٽ کي ٻڄو نه ڏي. | [اڪثر ڪري سواءِ چوڻ جي ڪوبه ڪم نه ٿو ٿئي.] هن "محاوري" جو مطلب اهو آهي ته، خاموش رهڻ سان ڪوبه ڪم نه ٿيندو، چاڪاڻ ته ڪير ٻين جو مطلب سمجهي نه سگهندو، |
| 7- اڄ جو ڪم سڀاڻي تي نه رکجي. | [سستي ڪرڻ کان پاسو ڪجي] هن جو مطلب اهو آهي ته جيڪو ڪم هينئر ٿي سگهي ٿو ان کي پورو ڪجي، ايندڙ وقت لاءِ ان کي رکڻ لاءِ نقصان ٿي سگهي ٿو. |
| 8- انڌير نگري چرپٽ راجا | [بي عقل بادشاه سبب، ملڪ ۾ انصاف بجاءِ ظلم طاري ٿئي ٿو] هن پهاڪي جو مطلب اهو آهي ته جيڪڏهن بي عقل ۽ ظالم بادشاه جي ملڪ ۾ رعيت مٿان حڪومت ٿي، ته، ان حڪومت ۾ سواءِ ظلم |

| پهاڪا | لفظي ۽ تشريحي معنائن سميت |
|---|---|
| | ۽ تشدد کان سواءِ ڪجهه به نظر نه ايندو. |
| 9- ان آهي ته ايمان آهي. | [پيٽ پريل کي هر شيءِ مان لطف ايندو آهي] هن "چوڻيءَ" جو مطلب اهو آهي ته جيڪڏهن پيٽ پريل نه هوندو ۽ بک هوندي ته هن کي ڪابه شيءِ نه وڻندي آهي. |
| 10- انسان خطا جو گهر آهي | [انسان عيب دار ۽ گنهگار آهي] انسان گناهن کان بچڻ لاءِ ڪيتري به ڪوشش ڪندو تڏهن به هن کان ٿوري گهڻي غلطي ضرور ٿيندي. |
| 11- اهو ڪي ڪجي جو مينهن وسندي ڪم اچي. | [قناعت ۽ بچت ڪبي ته ڪم ايندي] انسان کي زندگيءَ جي لاهن چاڙهن سان دوچار ٿيڻو پوي ٿو جيڪڏهن بچت وارو ناڻو ڪيس هوندو ته، هن کي ڏکئي وقت ۾ پريشان ٿيڻو نه پوندو. |

| پهاڪا | لفظي ۽ تشريحي معنائن سميت |
| --- | --- |
| 12- ٻڪ ٻيڙو ٽول دانا ديوانا ڪري. | [ٻڪ خراب آهي ، سياڻا ٻہ چريا ڪري ڇڏي] هن " قول " جو مطلب اهو آهي تہ ، جڏهن انسان تي ٻڪ طاري ٿئي ٿي تہ، هن جا عقلمنديءَ جي باوجود بہ ، حوصلا خطا ٿي وڃن ٿا. |
| 13- پرائي دهلين احمق نچي. | [ٻئي جي در تي ، جيڪو دهل ٻڌي نچي ، اهو بيوقوف آهي] جيڪو ماڻهو ٻين جي درتي دهل ٻڌي وجي نچندو ، ان جي ڪابہ عزت ڪانهي، چاڪاڻ تہ ان کي سڀڪو پينو يا ٻکيو سمجهندو. |
| 14- پنج ئي آڱريون برابر نہ آهن. | [سڀ آڱريون هڪجهڙيون نہ آهن] هن "قول" مطابق ، سڀ ماڻهون سڀني عادتن ۽ اخلاقن جا مالڪ نہ آهن ، جيئن شاه صاحب فرمايو آهي تہ "ماڻهو سڀ نہ سهڻا پکي سڀ نہ هنج" |

| پهاڪا | لفظي ۽ تشريحي معاني سميت |
| --- | --- |
| 15- پوءِ پائي کان قرض نه، ڪڍجي نوڙي لڪ لڳائي | [غريب مان جلد شاهوڪار ڪان قرض نه وٺجي، نوڙي هو ڪيترو به ڏي] هن "چوڻيءَ" مان اها مراد آهي ته، جيڪڏهن قرض وٺجي ته ڪنهن بنيادي ماڻهوءَ ڪان ڪڍجي، چاڪاڻ ته، هو ويل نه وڃائيندو. |
| 16- پريءَ پيڙيءَ ۾ واڌيو ڳورو | [ڪچهريءَ ۾ غريب جو ڳالهائڻ به خراب آهي] هن "قول" مان اها مراد آهي ته، هن دنيا ۾ غريب ۽ شريف جو ڪوبه قدر ڪونهي. |
| 17- ٻه گدرا مٺ ۾ نه ايندا آهن. | [ٻه ڪم هڪ وقت نه ٿيندا آهن] هن "چوڻيءَ" مان اها مراد آهي ته، انسان جيڪڏهن چاهي ته مان دولت به ڪٺي ڪريان ۽ الله تعالىٰ جي خوشنودي به حاصل ڪريان يا "خودي" ۽ "خدا" ٻئي ڳالهيون حاصل ٿين اهو نا ممڪن آهي. |

| پهاڪا | لفظي ۽ تشريحي معنائن سميت |
|---|---|
| 18- جنهن جو بڻ بنياد نهن جو ميوو مٺو نه ٿئي. | [بي بنياد شيءِ مان سٺو فائدو نه ملندو] بنيادي خاندان مان سٺي اميد رکي سگهجي ٿي، ليڪن بي بنياد مان سواءِ دشمني ۽ مدائي جي ڪجهه حاصل نه ٿو ٿئي |
| 19- ٽر جي ڳٽي سو چوڏون ڪاٽي | [ٿوري غلطي سبب گهڻي تڪليف ٿئي ٿي] انسان کي ڪوبه ڪم ڪرڻ کان اڳ سوچ ويچار ۽ صلاح و مشورو ڪرڻ گهرجي ورنه اهڙيءَ سبب "ٽر" جيتري غلطي به وڏي نقصان جو سبب بڻجي ٿي. |
| 20- ڏڏوءَ کي ڌارو ڏاهيءَ کي اشارو | [بي سمجهه فٽ لعنت سان، عقلمند اشاري سان ڪم ڪندو آهي.] اهڙيءَ طرح نادان ۽ بيوقوف جو مرڪ آهي فٽ لعنت ليڪن عقلمند ۽ ڏاهي لاءِ اشارو ڪافي آهي. |
| 21- چڱائي ڪر ڀت سان ڦرائي هڻ ڀت سان | [نادان سان چڱائي ڪبي ته، ويتر هو نقصان جو سبب بڻبو] هن "قول" مان اها مراد آهي ته، |

| لفظي ۽ تشريحي معنائن سميت | پهاڪا |
|---|---|
| [صحت مند کي هر ڪا شيءِ پئي وڻي] جيڪڏهن انسان خوش ۽ تندرست هوندو ته هن کي سڄي دنيا پيئي وڻي، پر هو بيمار هوندو ته هن کي ڪجهه به نه وڻندو. | 22- جيءُ خوش ته جهان خوش |
| [ذري ذري مان انبار بڻبو آهي.] هن "قول" مان اها مراد آهي ته، جيڪڏهن انسان ڪوشش ۽ محنت ڪندو ته ضرور هو ڪامياب ٿيندو ۽ مراد ماڻيندو. | 23- ڦڙي ڦڙي تلاءُ |
| [مهمان کي ميزبان جي دعوت مان ئي ڪيس پتو پوي ٿو.] هن "چوڻيءَ" مان اها مراد آهي ته، اڪثر ماڻهو ظاهري وڏائي ۽ ٺٺ رکندا آهن، پئي جي ليکي ته هي ڪو وڏو ماڻهو آهي، مگر جڏهن هن جي تڏي وڃبو ته سندس اصليت جي خبر پئجي ويندي. | 24- خاڌ جي خاني، ماڻيءَ مان معلوم ٿي. |

| پهاڪا | لفظي ۽ تشريحي معنائن سميت |
| --- | --- |
| 25- رهو حلال پوڻيون حرام | [خوش آمدڙيا ماڻهو ، سچ کي ڇڏي ، ڪوڙ کي ترجيح ڏيندا آهن اڪثر لالچي ماڻهو ، پنهنجي آقائن جي رحماني پهلوئن کي ڇڏي شيطاني ڪمن جي وڏيڪ تعريف ڪرڻ لڳندا آهن. |
| 26- ڏيئي جي هيٺيان اوندهه | [ ڏيئي جي روشنائي پري هوندي آهي ، ليڪن هيٺان اوندهه هوندي اٿس ] اڪثر ڪري اهو ڏٺو ويو آهي ته، ڪنهن ماڻهوءَ جي جيتري پر پري شهرت ۽ تعريف ٻڌبي آهي آهي ، اوتري ان جي آس پاس يا نزديڪ نه هوندي آهي. |
| 27- سر ڏجي پر سر نه ڏجي | [ جان ڏجي پر راز نه ڏجي ] هن قول جو اهو مطلب آهي ته، جيڪڏهن جان کي ڪا تڪليف اچي ته ڀل اچي ، اها صرف هڪ ماڻهوءَ کي ايندي، ليڪن راز ظاهر ڪرڻ ڪري ڪيترا ڦٽجي ويندا. |

| پهاڪا | لفظي ۽ تشريحي معنائن سميت |
|---|---|
| 28- سوڙ آهر پير ڊگهيرجن | [ طاقت آهر ڪم ڪرڻ گهرجي ] انسان کي هميشه پنهنجي طاقت جيان ڪم ڪرڻ گهرجي، جيڪڏهن ائين نه ڪندو ته ضرور تڪليفون ڏسندو. |
| 29- ڪڻيو ڪاڻي فقير ڏڪ جهلي ڀولڙو | [ فائدو هڪڙي کي ملي، ڏک ٻيا سهن ] اڪثر ماڻهو پنهنجي مفاد خاطر ناجائز طريقو اختيار ڪري ٻين کي نقصان پهچائين ٿا. |
| 30- ڪاڻي ڪوهه به ڪٽي وڃن | [ ڪاڻ سان وڏي ۾ وڏو خزانو به ڪٽي ويندو ] ماڻهو بيڪار ويٺو هوندو ۽ ڪم ڪار نه ڪندو ته آخر ڪيترو به هن وٽ جمع هوندو سڀ کپي ويندو. |
| 31- گرهه گهٽ چلهه وٽ | [ پرديس جي گهڻي ڪمائيءَ کان وطن ۾ ٿوري ڪمائي بهتر آهي ] جيڪو ماڻهو اڌ کي ڇڏي سڄيءَ ڏانهن ڀڄندو سو اڌ ڪاڻ به سڪندو. |

| پهاڪا | لفظي ۽ تشريحي معنائن سميت |
|---|---|
| 32- گهر جو پير چلهه جو مارنگ | [جلدي جلدي ملڻ سان محبت ٿوري رهندي] گهٽ ملڻ سان آفيت آهي ، لالچ سبب در در تي وڃي ملاقات ڪرڻ مان شخصيت - ليڊر شپ - بزرگي - قائم رهي نه ٿي سگهي، |
| 33- مارڻ واري کان، بچائڻ وارو وڏو | [جنهن کي رب رکي ، تنهن کي ڪير چکي] جنهن شيء کي الله پاڪ بچائي، ان شيء کي دنيا جي ڪابه طاقت ماري نه ٿي سگهي. |
| 34- ماڻهو سڀ نه سهڻا ، پکي سڀ نه هنج | [سڀ ماڻهو برابر نه آهن ۽ نه وري پکي سڀ هنج آهن ] "پنج ئي آڱريون برابر نه آهن" سڀ ماڻهن جون عادتون ۽ اخلاق برابر نه آهن، ڀلا ۽ نيڪ ماڻهو ٿورا آهن. |
| 35- نيڪ صورت کان نيڪ سيرت ڀلي. | [ سونهن کان لڇڻ وڌيڪ آهي ] ماڻهو جيڪڏهن شڪل جي لحاظ کان سهڻو هجي ۽ هن جون عادتون خراب هجن ته پوء اها سونهن ڪهڙي ڪم جي |

| لفظي ۽ تشريحي معنائن سميت | پهاڪا |
| --- | --- |
| [ نيڪي ڪري وساري ڇڏجي ] جيڪو ماڻهو نيڪ ڪم ڪري وري ان کي ٻيو بار بار ورجائي، ته اها چڱائي انتائين محدود رهندي، ڇاڪاڻ ته اهڙي نيڪي رب کي پسند نه آهي. | 36- نيڪي ڪري درياهه ۾ وجهه |
| [بيوقوف دوست کان، سياڻو دشمن ڀلو آهي ] هن پهاڪي جو مفهوم اهو آهي ته بيوقوف دوست جو مشورو به گهوريو ڇاڪاڻ ته ان ۾ ڪوبه فائدو نه رسندو - عقلمند دشمن مان ڪوبه خطرو نه آهي، ڇاڪاڻ ته هو هر قدم سوچي کڻندو. | 37- نادان دوست کان ۽ دانا دشمن ڀلو |
| [ٻئي جي ڪتي کي هٿ لائي، پنهنجو پٽ نه ڦاڙاءِ ] نه ٻئي کي خراب سمجهه نه پاڻ کي بڇڙو ڪراءِ، هو چوني تون م چو واتون ورائي، اڳ اڳرائي جو ڪري خطا سو ڪائي "شاهه صاحب" | 38- نه پرائي ڪتي کي هٿ لائجي نه پنهنجو پٽ ڦاڙائجي |

| لفظي ۽ تشريحي معنائن سميت | پهاڪا |
| --- | --- |
| [ٿورو کائڻ صحت آهي] هر وقت ٿي کاڌو، جيڪڏهن پيٽ ٿي گهرهه گهٽ کائبو ته انسان دائمي تندرست رهندو ۽ هن کي حڪيم وٽ وڃڻو نه پوندو. | 39- وات به اٽ طبيب آهي |
| [هٿ تي جيڪا شيءِ هوندي، ان جو ناءُ وٺبو] چڱي ماڻهوءَ کان چڱائي ٿيندي، بري کان برائي ٿيندي، جنهن ماڻهوءَ جي جيڪا عادت هوندي، اهائي ظاهر ڪندو | 40- هڏيءَ سارو هوڪو ڏجي |
| [دولت اٿئي ته لاڙڪاڻو گهم] هن "قول" مان اها مراد آهي ته، جيڪڏهن لاڙڪاڻو گهمڻو اٿئي ته پاڻ سان پئسو هجيئي ورنه خالي کيسي بازارن مان گهمڻ مان ڪهڙو فائدو، پيو اهو به ڏٺو ۽ پڌو ويو آهي ته ڪيترن ماڻهن کي پئسي هوندي به هن جون گهرجون پوريون ٿي نه سگهيون آهن، اڻ پورو سودو | 41- هجئي ناڏو ته گهم لاڙڪاڻو |

| پهاڪا | لفظي ۽ تشريحي معنائن سميت |
| --- | --- |
| | وٺي ڪيسا خالي ڪيون واپس روانا ٿيا آهن، ڏاهن ماڻهن شايد ان منظر کي ڏسي اهو قول ڪڍيو آهي. |
| 42- هٿ وڍيءَ جو نڪو ويڄ نڪو طبيب | [جيڪڏهن پاڻ کي پنهنجي هٿ سان وڍيو، ته حڪيم ڇا ڪندو] جيڪڏهن ڪو ماڻهو بيوقوفيءَ سبب، پنهنجو پيو نقصان ڪندو ته ان کي سمجهائڻ ۾ ڪجهه فائدو نه پوندو. |
| 43- هڪ هٿ سان تاڙي نه وڄندي آهي | [تاڙي ٻن هٿن سان وڄندي آهي، هڪ هٿ سان نه] هن "قول" جو مطلب اهو آهي ته، جيڪڏهن ڪوبه ڪم بجاءِ هڪ جي ٻه گڏجي ڪندا ته آسانيءَ سان پورو ٿي ويندو. |
| 44- هاٿيءَ جا ڏند ڪائڻ جا هڪڙا، ڏيکارڻ جا ٻيا | [ظاهر ۾ شريف، اندر گناهه سان ڀرپور] اڪثر اهو ڏٺو ويو آهي، ته ڪيترا ماڻهو پنهنجي مفاد کي جائز ناجائز حاصل ڪرڻ لاءِ منهن |

| ڀـهـاڪا | لفظي ۽ تشريحي معنائن سميت |
|---|---|
| | ۾ اهڙا ته مٺا هوندا آهن، ليڪن حقيقت ۾ هنن جو اندر ابليس کان گهٽ نه هوندو آهي. |
| 45- هارائي کان پيٽو ڀلو آهي. | [ڪنهن شيء کي زيان ڪرڻ کان استعمال ڪرڻ چڱو آهي] هن "قول" مان مراد آهي ته، پيسي کي گڏ ڪرڻ يا اجاين ڪمن ۾ خرچ ڪرڻ کان چڱي ڪم ۾ خرچ ڪرڻ ڀلو آهي. |
| 46- يار جنهين کي يار، سي يار هميشه يار کي. | [جيڪو ڪنهن دوست کي ياد ڪري ٿو ته دوست به ان کي ياد ڪري ٿو] هن "چوڻيء" مان اها مراد آهي، ته جيڪو رب پاڪ کي دل سان ياد ڪري ٿو، رب پاڪ به ان ٻانهي کي ياد ڪري ٿو. |

# ضـد

# Antonym

هيٺ ڏنل لفظ هڪ ٻئي جا مخالف آهن، تنهنڪري انهن کي هڪ ٻئي جو "ضد" چئبو آهي.

| نمبر | لفظ | ضد | نمبر | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|
| ١- | الله | [illegible] | ١١- | اصل | نقل |
| ٢- | آرام | آزار | ١٢- | اسلام | ڪفر |
| ٣- | آباد | برباد | ١٣- | استاد | شاگرد |
| ٤- | آقا | غلام | ١٤- | اڪبر | اصغر |
| ٥- | اعليٰ | ادنيٰ | ١٥- | امانت | خيانت |
| ٦- | آسمان | زمين | ١٦- | اقرار | انڪار |
| ٧- | آسان | دشوار | ١٧- | الفت | ڪلفت |
| ٨- | اول | آخر | ١٨- | انصاف | ظلم |
| ٩- | اڇو | ڪارو | ١٩- | انسان | حيوان |
| ١٠- | ابتدا | انتها | ٢٠- | اندروني | بيروني |

| نمبر | لفظ | ضد | نمبر | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|
| ٢١- | اندر | ٻاهر | ٤٠- | ٻوڏ | سوڪ |
| ٢٢- | اڪثريت | اقليت | ٤١- | ڀاڳ | نياڳ |
| ٢٣- | امن | فساد | ٤٢- | ڀاڳيو | چور |
| ٢٤- | اشراف | ڪمينو | ٤٣- | ڀوڪ | ڏاهو |
| ٢٥- | اجايو | سجايو | ٤٤- | تاڪيو | تڪرو |
| ٢٦- | بادشاهه | غلام رعيت | ٤٥- | تائيد | ترديد |
| | | | ٤٦- | تازي | پاروٿي |
| ٢٧- | باقي | فاني | ٤٧- | تعريف | توهين |
| ٢٨- | باريڪ | ٿلهو | ٤٨- | تقدير | تدبير |
| ٢٩- | بقا | فنا | ٤٩- | تعمير | تخريب |
| ٣- | ٻاهه | پاڻي | ٥٠- | تڪڙو | ڍلو |
| ٣١- | بهشت | دوزخ | ٥١- | تڪبر | تدبر |
| ٣٢- | بهتر | بدتر | ٥٢- | تندرست | بيمار |
| ٣٣- | بافيض | بي فيض | ٥٣- | تقرير | تحرير |
| ٣٤- | با ادب | بي ادب | ٥٤- | ترقي | تنزل |
| ٣٥- | بدبخت | نيڪ بخت | ٥٥- | تيزرفتار | سست رفتار |
| ٣٦- | ٻالڪ | ٻڍو | ٥٦- | تاڏل | چاء-ڪافي |
| ٣٧- | ٻانهو | آقا | ٥٧- | تڏاڻ | ڪوساڻ |
| ٣٨- | ٻار | ڪراڙو | ٥٨- | تڪ | آرام |
| ٣٩- | ٻڍڻ | چوڙڻ | ٥٩- | ٿلهو | سنهو |

| نمبر | لفظ | ضد |
|---|---|---|
| ٦٠- | ٺاهه | جهڳڙو |
| ٦١- | ٺاهوڪو | خراب |
| ٦٢- | پاڪ | پليد |
| ٦٣- | پنهنجو | پراڻو |
| ٦٤- | پيارو | سوار |
| ٦٥- | پير | فقير |
| ٦٦- | پورو | اڌورو |
| ٦٧- | پڪو | ڪچو |
| ٦٨- | پرڻيل | ڪنوارو |
| ٦٩- | ثنا | توهين |
| ٧٠- | ثواب | ڏوهه |
| ٧١- | جاکوڙ | فرحت |
| ٧٢- | جائز | ناجائز |
| ٧٣- | جزا | سزا |
| ٧٤- | جوان | ٻالڪ |
| ٧٥- | جنت | جهنم |
| ٧٦- | جيئرو | مئل |
| ٧٧- | جفا | سستي |
| ٧٨- | جاڳ | ننڊ |
| ٧٩- | چاق | بيمار |
| ٨٠- | چالو | خاص |
| ٨١- | چاءِ | شربت |
| ٨٢- | چست | سست |
| ٨٣- | چڱو | خراب |
| ٨٤- | حاڪم | محڪوم<br>غلام |
| ٨٥- | حاضر | غائب |
| ٨٦- | حلال | حرام |
| ٨٧- | حق | باطل |
| ٨٨- | حڪيم | بيمار |
| ٨٩- | حياتي | مماتي |
| ٩٠- | حبيب | حريف |
| ٩١- | خالق | مخلوق |
| ٩٢- | خادم | مخدوم |
| ٩٣- | خواب | سجاڳ |
| ٩٤- | خاص | عام |
| ٩٥- | چوڪر | ٻڍو |
| ٩٦- | ڇيلو | ٻڪري |

| نمبر | لفظ | ضد |
|---|---|---|
| ٩٧- | دانهن | خاموش |
| ٩٨- | داناءُ | چريو |
| ٩٩- | داخلي | خارجي |
| ١٠٠- | دنيا | آخرت |
| ١٠١- | دوست | دشمن |
| ١٠٢- | دين | دنيا-دولت |
| ١٠٣- | ڍوءُ | ٻڪ |
| ١٠٤- | ڍڳ | ڍيري |
| ١٠٥- | ڍڪيل | ظاهر |
| ١- | ڏار | ڳڏ |
| ١٠٧- | ڌڪار | پيار |
| ١٠٨- | ڏاهو | چريو |
| ١٠٩- | ڏاڍو | هيٺو |
| ١١٠- | ڏينهن | رات |
| ١١١- | ڏک | سک |
| ١١٢- | ڏنگو | سڌو |
| ١١٣- | دوزخ | بهشت |
| ١١٤- | ڍڳهو | بندرو |
| ١١٥- | راحت | رنج |

| نمبر | لفظ | ضد |
|---|---|---|
| ١١٦- | رحمت | زحمت |
| ١١٧- | رحم | ظلم |
| ١١٨- | روح | جسم |
| ١١٩- | روز | شب |
| ١٢- | زندگي | موت |
| ١٢١- | زنده | مرده |
| ١٢٢- | زمين | آسمان |
| ١٢٣- | زبر | زير |
| ١٢٤- | سائين | غلام |
| ١٢٥- | سائو | سڪو |
| ١٢- | سخت | نرم |
| ١٢٧- | سوال | جواب |
| ١٢٨- | سک | ڏک |
| ١٢٩- | سخي | بخيل |
| ١٣٠- | سيارو | اونهارو |
| ١٣١- | شاه | گدا |
| ١٣٢- | شاهوڪار | غريب |
| ١٣٣- | شادي | غمي |
| ١٣٤- | شريف | شرير |

| نمبر | لفظ | ضد | نمبر | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|
| ١٣٥- | شب | روز | ١٥٥- | عاشق | معشوق |
| ١٣٦- | شاد | رنج | ١٥٦- | عيب | ثواب |
| ١٣٧- | شڪست | ڪاميابي | ١٥٧- | غافل | سجاڳ |
| ١٣٨- | شڪر | بي‌شڪر | ١٥٨- | غريب | امير |
| ١٣٩- | شاڪر | بي‌نصيب | ١٥٩- | غائب | حاضر |
| ١٤٠- | صالح | طالح | ١٦٠- | غلام | آزاد |
| ١٤١- | صاف | خراب | ١٦١- | غلط | برابر |
| ١٤٢- | صادق | ڪاذب | ١٦٢- | غني | مفلس |
| ١٤٣- | صلح | جهڳڙو | ١٦٣- | فاني | باقي |
| ١٤٤- | صحيح | غلط | ١٦٤- | فائدو | نقصان |
| ١٤٥- | ضايع | محفوظ | ١٦٥- | فنا | بقا |
| ١٤٦- | ضدي | شريف | ١٦٦ | ڦڪائي | مٺائي |
| ١٤٧- | طلوع | غروب | ١٦٧- | فاعل | مفعول |
| ١٤٨- | طاقت | ڪمزوري | ١٦٨- | ڪالهه | اڄ |
| ١٤٩- | طالب | مطلوب | ١٦٩- | ڪمال | زوال |
| ١٥٠- | ظالم | عادل | ١٧٠- | ڪامل | ناقص |
| ١٥١- | ظاهر | باطن | ١٧١- | ڪمائتو | بيڪار |
| ١٥٢- | عاقل | جاهل | ١٧٢- | ڪبرا | صغرا |
| ١٥٣- | عام | خـاص | ١٧٣- | ڪبير | صغير |
| ١٥٤- | عامل | بي‌عمل | ١٧٤- | قاتل | مقتول |

| نمبر | لفظ | ضد | نمبر | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|
| ١٧٥- | قبيل | ڪثير | ١٩٤- | لوهه | ڪاٺ |
| ٢٧٦- | قوي | ضعيف | ١٩٥- | ليڪر | سفيد |
| ١٧٧- | ڪاٺڻ | پيٺڻ | ١٩٦- | مالڪ | غلام |
| ١٧٨- | ڪٿو | مٺو | ١٩٧- | مادي | نر |
| ١٧٩- | ڪلڻ | روئڻ | ١٩٨- | ماضي | مستقبل |
| ١٨٠- | ڪوٺ | واڌ | ١٩٩- | مغرب | مشرق |
| ١٨١- | گناه | ثواب | ٢٠٠- | مونث | مذڪر |
| ١٨٢- | گندگي | صفائي | ٢٠١- | مدعي | مدعاليه |
| ١٨٣- | گڏ | ڌار | ٢٠٢- | مرد | عورت |
| ١٨٤- | گهاٽو | چڙو | ٢٠٣- | مريد | مرشد |
| ١٨٥- | گهوٽ | ڪنوار | ٢٠٤- | مرشد | مريد |
| ١٨٦- | گهٽو | ٿورو | ١٠٥- | مسلمان | مشرڪ |
| ١٨٧- | گرم | سرد | ٢٠٦- | محمد | [illegible] |
| ١٨٨- | ڳاڙهو | اڇو | ٢٠٧- | مشڪل | آسان |
| ١٨٩ | ڳجهه | ظاهر | ٢٠٨- | مخالف | موافق |
| ١٩٠ | ڳرو | هلڪو | ٢٠٩- | مومن | ڪافر |
| ١٩١- | لاهه | چاڙهه | ٢١٠- | ميزبان | مهمان |
| ١٩٢- | لائق | نالائق | ٢١١- | مصيبت | ڇوٽڪارو |
| ١٩٣- | لهڻ | چڙهڻ | ٢١٢- | ميلاپ | وڇوڙو |

| نمبر | لفظ | ضد |
|---|---|---|
| ٢١٣- | مٺي خانو | مسجد |
| ٢١٤- | نام | غمنام |
| ٢١٥- | نظم | نثر |
| ٢١٦- | نقصان | نفعو |
| ٢١٧- | نعمت | مصيبت |
| ٢١٨- | نر | مادي |
| ٢١٩- | نيڪ نيت | بد نيت |
| ٢٢٠- | نيڪ | بد |
| ٢٢١- | نشست | برخواست |
| ٢٢٢- | نئون | پراڻو |
| ٢٢٣- | واحد | جمع |
| ٢٢٤- | واقف | غيرواقف |
| ٢٢٥- | واڌ | کوٽ |
| ٢٢٦- | وصال | وڇوڙو |
| ٢٢٧- | ويجهو | ڏور |
| ٢٢٨- | هاڃيڪار | فيض وار |
| ٢٢٩- | هاڪار | ناڪار |
| ٢٣٠- | هاري | زميندار |
| ٢٣١- | هوشيار | موڳو |
| ٢٣٢- | يادگار | فراموشي |
| ٢٣٣- | ياد | فراموش |

**پورو ٿيو**

# پڙھندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَــنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـِڙئـي جي مدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَنَــن پــاران ڪتــابن کــي ڊِجيٽِــائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيـو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمـائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَکَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)